# هاري ڪميٽي ۽ اِلاٽي تحريڪ

(يادون)

قاضي فيض محمد

10

قيمت [illegible] روپيا

ڇاپو: پهريون
تعداد: هڪ هزار

ڇپيندڙ: پرنس پريس، ڪوڪر محلو حيدرآباد
ڇپائيندڙ: سنڌي ساهت گهر،
حيدرآباد سنڌ.

ڇپجڻ جي تاريخ: نومبر ١٩٨٤ع
ائڊريس: پوسٽ باڪس نمبر ١٩، جنرل
پوسٽ آفيس، حيدرآباد سنڌ.

[سنڌي ساهت گهر، ڪتاب نمبر ٦]

اسان جا اڳيان ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ١. علامه - آءِ - آءِ قاضي | قاضي فيض محمد | (ختم ٿيل) |
| ٢. ڏکيون جان نه مڙن | ناز سنائي | (ختم ٿيل) |
| ٣. ڪيڏانهن ڪافر | ناز سنائي | ١٠-٠٠ |
| ٤. ماءُ ڪاهوڙي هليا | ناز سنائي | ٢٠-٠٠ |
| ٥. زچپي جي ريٽو ٿيا | ناز سنائي | ٢٠-٠٠ |

هارِي ڪميٽيءَ ۽ آنِ جي

سمورن ساٿين

جي نالي

# ٻه اکر

انساني سماج جي تاريخ جو مطالعو ڪبو ته اسان کي اها پوري تاريخ، ڏاڍي طرفان هيٺي کي هڙپ ڪرڻ، ڦٻائڻ، ختم ڪرڻ ۽ هيٺي طرفان پنهنجي وجود جي بچاءَ ۽ بقا واسطي ڪيل جنگ، ويڙهه ۽ دنگل جي تاريخ نظر ايندي. گهڻو ۽ تمام گهڻو وقت اڳي سموري انسانذات جي ڳچيءَ ۾، ڏاڍن ماڻهن جي غلامي جو وڏو ڦاهو پيل هو. جاگيرداري ۽ سرمائيداريءَ جي ڏائڻ جو پاڇو، پوري دنيا جي مٿان حاوي لڳو پيو هو. مظلوم ۽ پورهيت عوام جا ڳوڙها، سرمائيدارانه سڀ چٽي ويٺي هئي ۽ انهن مظلوم ماڻهن کي بس دليو، بي همتو ۽ بي شڪتو بنائي ڇڏيو هو. ڪمند جي ڳڙي جيان آن کي چوسي چوسي اهڙو ته نڪمو بنائي ڇڏيو هو جو ويچاري مظلوم انسان کي پنهنجي غلاميءَ جو احساس ئي نه رهيو هو. ويچارو مظلوم پورهيت انسان، سرمائيداريءَ ۽ جاگيرداريءَ جي ظالم چنبن ۾ اچي ويو ۽ طبقاتي سماج جي جانبه ۾ اچي ميدو بنجندو رهيو!

سمورن پيداواري ذريعن، زمينن، کاڻين، ڪارخانن ۽ قدرتي خزانن تي ڏاڍن جو قبضو رهيو. آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ڦورو، پورهيت جي پگهر جي پورهئي تي "پنجن مان پندرنهن" ڪاهي، پنهنجي پيٽ جي جاگرافيءَ

جون حدون وسيع ۽ وڏيڪريون ڪندا ويا. پنهنجيون ملڪيتون ۽ جائدادون وڌائيندا ويا. ٻئي طرف مسڪين پورهيت انسان پاڻ کي انهن لٽيرن، ڦورن ۽ بدمعاش ماڻهن جا خريد ڪيل ٻانها محسوس ڪرڻ لڳا. مظلوم، پورهيت مسڪين، وڏي محنت ۽ جدوجهد ڪرڻ ڪانپوءِ به زمين کيڙي اَن اپائڻ ڪانپوءِ به، ملن، ڪارخانن، ريلن، رستن تي محنت ڪندي، ڏاڍو ٿڪجي ٽٽي، چُور ٿي پوڻ ڪانپوءِ به سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جي پيرن ۾ ويهڻ لڳو. ائين ٿي لڳو ته اهو پورهيت طبقو، مٿين طبقي کي ننڊ ڪرائڻ، آرام ڏيارڻ، سکيو ستابو ڪرڻ ۽ سوڙهو ناهي هڪ هند ويهارڻ لاءِ پيدا ٿيو هو. سمورن پيداواري ذريعن تي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ سامراج پورهيت طبقي کي ائين ٿي محسوس ڪرايو ته ڄڻ آهي پيداواري وسيلا ۽ ذريعا آهن ئي مٿين طبقي لاءِ ۽ هو پاڻ پيدا ئي ٿيو آهي عيش ۽ شيل ڪرڻ لاءِ — ٻئي طرف پورهيت طبقو رب جي رضا تي راضي رهڻ واري. ڳالهه ٻڌي، منجهيل ۽ پريشان رهيو. جاگيرداري ۽ سرمائيداريءَ جي گهاڻي ۾ ائين وهڻ لڳو، ڄڻ ان کي وهڻو ئي اتي هو ۽ دنيا ۾ ڪيس ٻي ڪابه ڪرت يا ڌنڌو ڪرڻو ڪونه هو. ”چاڪيءَ جو ڏڳو، گهاڻي تائين“ جيان ويچارو پورهيت انسان، اسان جو رازق، اسان لاءِ محنت ڪندڙ، هن ڌرتيءَ جو اصل والي ۽ وارث سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جي در جو ٻيلي ٻنجي رهڻ لڳو. صفا

ڳوٺڳي ڳانءِ بڻجي، مٿئين طبقي جي در تي ڳيسيون ڪندو رهيو. غلامي ڏيندو رهيو. سرمائيدارن جي عيش ۽ آرام لاءِ سڀ ڪجهه فراهم ڪندو رهيو. شايد ان ڏپ کان ته متجو نه ٿيڻ جي صورت ۾ بکَ مري ويندو، هن کان لولو ڦريو ويندو. هن کي نڌڪو ۽ بي وارث بڻائي ماريو ويندو. ڇو ته هن کي خبر هئي ته وٽس ڪهڙي موڙي آهي؟ ڪهڙا پيداواري ذريعا آهن؟ ۽ زندگيءَ جي ڪهڙين ضرورتن تي هن جو حق ۽ واسطو آهي؟ جڏهن هن پنهنجي آڏو، پاڻ وٽ ڪاريءَ وارا ڪک ڏٺا ۽ پاڻ کان سڀ ڪجهه ڦريل ڏٺو ته بيوس اٿ جيان بار لاهي، اهڙي نموني بي همتو بڻجي ويٺو هو! انهن حالتن هوندي پوءِ به حالتن، مصيبتن، تڪليفن ۽ عذابن چوٽ چڙهي، هر دور ۾ مسڪين ۽ پورهيت ماڻهن جي ضمير کي جهنجهوڙي ۽ جاڳائي ٿي وڌو. ڪنهن ٿي چاتو ته وقت ايندو جو هيٺو پورهيت انسان، بي سرو سامان، بي يارو مددگار، اڳتي هلي وڏي همت ۽ بهادري ڪري طبقاتي سماج کان نه رڳو نفرت ڪندو، پر ان کي ٻوڙائڻ، پڇائڻ، زلائڻ ۽ ٻيڙو ڪرڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪندو رهندو!

پراڻي قديم زماني ۾ ويچارا هيٺا، خريد ڪيل غلام آرس پچي، پنهنجي آقائن خلاف بغاوت ڪري ويٺا. وچولي دور ۾ مظلوم هارين جاڳي پنهنجا ڏاتا، پنهنجا هر، پنهنجيون ڪهاڙيون، پنهنجا ٻاڻا، پنهنجيون ڪوڏرون

آيمون ڪري وڏيرن، نوابن، جاگيردارن ۽ انهن. سمورين قوتن کي، جن پاڻ ۾ ٻڌي ڪري، پورهيت انسانن جو رت پئي پيتو، اهڙو ته ننگو ڪيو. ايڏو ته بيدرديءَ سان ڪٽيو ۽ ساريو جو دنيا ڏسندي دنگ رهجي وئي. هارين پنهنجن ڏاتن، پنهنجي ڪهاڙين ۽ ڪوڏرن سان وڏيرن، نوابن ۽ جاگيردارن جي سِرسين جو جهڙي طرح لابارو ڪيو، جهڙي طرح ويڙهه ڪئي ۽ چوٽون کاڌيون، آهي بي مثال آهن.

چين ۾ هارين، جدوجهد دوران پنهنجي ڪچين مان غلامي جي ڳٽن کي لاهڻ لاءِ جيڪو طريقو ۽ عمل اختيار ڪيو. ان چين جي وڏيرڪي راڄ جو ٽيو ٽي اونڌو ڪري ڇڏيو. چين جيڪو ١٩١٠ع تائين پوري وڏيرڪي راڄ ۾ گهيريو پيو هو، اهو مختلف انقلابن جا منهن ڏسندو، وڏيون ويڙهيون ۽ چوٽون کائيندو ١٩٤٩ع ۾ سوڀ حاصل ڪري ويو. چين جو ملڪ جيڪو ڪيترين ئي بدعتن، خراب ريتن ۽ رسمن جو ڳڙهه هو. چين جي قوم جيڪا آفيمي قوم هئي. مطلب ته قوم ۽ ملڪ پئي ڪيترن مرضن ۽ مرگهين ۾ مبتلا هئا. اتان جي هارين، پورهيتن ۽ مزورن جاڳي، پنهنجي نڪمي، مفت خور، بدنام قوم ۽ بي ماني ملڪ کي وڏيرڪي راڄ سان ڪيي، آزادي وٺرائي، اهڙو ته مانائتو ۽ شانهون ڪيو جو دنيا وارا تعجب ۾ اچي ويا—!

چين دنيا جي نقشي تي هڪ شانائتي صورت وٺي

آيري آيو. هنن وڏيرڪي راڄ جو خاتمو آڻي، چين سمورين ٻيڙاين ۽ براين کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ دنيا ڏسي ورتو ته چين جي بدنام ۽ ٻيڙي ٿيڻ ۽ چيني قوم جي سست ۽ ڪاهل بنجڻ جو اصل ڪارڻ وڏيرڪو راڄ ئي هو. ان وڏيرڪي راڄ جو خاتمو آيو ته چين سمورين براين جي پاڙ پٽجي وئي —

دنيا جي ٻين هارين ملڪن ٻه، پنهنجي ملڪن ۾ وڏيرڪي راڄ کي ٻيڙو ۽ ذليل ڪيو آهي ۽ پنهنجي ملڪ ٿي اتان جي ڪمائيندڙن، پورهيتن، مزورن ۽ هر هارين جا حق ۽ واسطا قائم ڪرايا آهن. چين جي آزاديءَ واري ويڙهه، جيڪا اتان جي هارين ۽ پورهيتن شروع ڪئي هئي ۽ چين جي هاريءَ، جيڪو اتان جي انقلاب جو هر اول دستو هو. ان جيڪي ڪارناما ڪيا، آهي چين کي گهڻو وقت اڳ آزاد ڪرائي ڇڏين ها پر اتان جي وچولي طبقي جيڪا بدمعاشي ڪئي ۽ چين جي وڏيرن، سرمائيدارن، پرڏيهي دشمنن ۽ انهن جي ديسي دلالن سان ملي جيڪا سازش ڪئي، ان چيني قوم جي آزاديءَ واري جدوجهد ۾ رڪاوٽون وجهي ڇڏيون. 'انڌي هنگي ٻه ڪاري' جيان، اتان جو وچولو طبقو دت هٽي ۽ ضد پڌي ٻيهي رهيو ته ٻيڙائي هر حال ۾ ڪرڻي آهي ۽ انقلاب جي راهن ۾ رڪاوٽ ضرور بنجڻو آهي. نتيجي ۾ اتان جي انقلابين ۽ حريت پسندن جو قتلام ٿيڻ لڳو.

چين جيڪو وڏيرڪي راڄ ۾ گرفتار هئڻ سان گڏ ڌارين حاڪمن جو غلام هو، اُن لاءِ اِن ڪان سواءِ پيون به مُصيبتون گهٽيون هيون. دنيا جا سرمائيدار ملڪ به واڳون جيان وات ڦاڙيو ان لاءِ ويٺا هئا ۽ آتان جو عوام، هزارين مصيبتن ۾ ڦاٿو پيو هو. آخر وقت آيو جو مصيبتن ۾ ورتل، غلاميءَ جي سنگهرن ۾ سوگهو ٿيل چين اُٿي پيو ۽ وڏيرن، سرمائيدارن، سيٺين ۽ جاگيردارن جون پڳون لاهي، آٿي غريب پورهيت انسان جي پيرن ۾ اُڇلايائين.

چين ۾ هارين جي جدوجهد، جنهن منظم نمونسي هلائي ويئي، ان جدوجهد ۾ جيڪي شڪستون ۽ سوڀون اُتان جي ماڻهن کي پلئه پيون، آهي اسان لاءِ مشعل راهه آهن. اُتان جي 'هاري تحريڪ' وڏيرڪي راڄ سان وڏيون چوٽون کاڌيون ۽ وڏيرڪي راڄ جي غُرور ۽ تڪبر کي انتهائي دليريءَ سان ٽوريو ۽ انهن جو ڳاٽو اهڙو ته مروٽيو جو وڏيرڪو راڄ آخري ڪلمو پڙهڻ ڪان سواءِ ئي وڃي ڌوڙ ٿيو ـــــ!

چين جي هاري تحريڪ جو مقصد اُتان جي وڏيرن، زميندارن، جاگيردارن، سرمائيدارن ۽ سيٺين جي طاقت ختم ڪرڻ، استحصال بند ڪرائڻ ۽ مظلوم هارين کي سوڀارو ڪرڻ هو ۽ دنيا ڏسي ورتو ته اُتان جي هارين سوڀ حاصل ڪئي ۽ استحصالي قوتون نه رڳو گوڏا کوڙي ويهي رهيون پر زبون ٿي ويون.

چين جو انقلاب، هارين ۽ پورهيتن جو انقلاب، هارين ۽ پورهيتن جي پڪي ۽ اتحاد جو ئي نتيجو هو. هاري ۽ پورهيت جڏهن به جاڳندو آهي، سجاڳ ٿيندو آهي. اڳ پٽيندو آهي ته انقلاب ۾ وڏو ڪردار ادا ڪندو آهي.

ان ڪانسواءِ سرمائيداري نظام جتي ترقي ڪئي، جتي واڌ ڪئي ۽ پنهنجي ڪميٽپ ۽ [ذلالت وارو ڪردار ادا ڪيو ته ان سان پورهيتن، هارين ۽ مزورن جون ڪاڏل چوٽون به چوٽون هيون. دنيا جي سرمائيدارن، لچن، لوفرن ۽ حرامين ڪي اهوگهمنڊ هو ته اجهو ٿا دنيا جي پورهيتن ڪي گهڙڪائي وجهون. پر روس جي پورهيتن، مزورن، انبوريون ۽ پانا ڪٽي پهريان ئي سرمائيدارانہ نظام جي گاڏيءَ جا نٽ ۽ بلٽ ڪولي ڇڏيا ۽ سرمائيدارانہ نظام جي گاڏي، ڪنهن اونداهي ڪن ۾ وڃي ڪري ۽ تباهہ ٿي وئي. روس جي سوشلسٽ انقلاب، دنيا جي ڇهين حصي تان سرمائيدارانہ نظام جو ليکو ئي لاهي ڇڏيو، حساب ڪتاب ئي چڪتو ڪري ڇڏيو.

آڪٽوبر ١٩١٧ع واري روسي سوشلسٽ انقلاب سرمائيدارانہ نظام جو ڪرنگهو ئي ڀڃي ڇڏيو. اهو ڏينهن اچوڪو ڏينهن وري سرمائيدارانہ نظام روس ۾ ڪنڌ ئي ڪونہ ڪنيو. نہ رڳو هو روس ۾ بڇڙو ٿيو، تباهہ ٿيو پر دنيا جي سمورن ملڪن ۾ واري واري سان پادر ڪاڍڻ لڳو، پوءِ ڪٿي ڪهڙي انداز ۾ تہ ڪٿي ڪهڙي

نمونا. ۽ هاڻي ڪٿي به سرمائيدار بي خوف ۽ بي ڊپا نآهن. جتي به سرمائيدار يا سرمائيدارانه نظام موجود آهي. انهن کي ڊپ آهي ته. اجهو ياڳيا پهتا ۽ چاڻ پٽڪو لٿو. ان ڪري دنيا جي سرمائيدارن هاڻي جتي ڪٿي جيان دنيا جي مظلوم پورهيتن ۽ انهن جي حامين تي ڏآلرون شروع ڪيون آهن. ٻئي طرف دنيا جو سمورو مظلوم پورهيت، سرمائيدارانه نظام جي آڏو سينو ساهي بيٺو آهي ۽ ڪنهن فيصلي ڪرڻ ۽ هڪان هڪ ٽيڻ جو تمنائي بنجي وڙهي رهيو آهي ۽ هاڻي دنيا جي پورهيتن جي ٻڌي، اتحاد ۽ فتحن ٻڌيان فتحن سامراج، سرمائيدار، وڏيري ۽ سيٺ کي وائڙو ۽ مائوف ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪيس پڪ ڏياري ڇڏي آهي ته وقت اچڻ وارو آهي جو هن روءِ زمين جو والي ۽ وارث، پورهيت، مزور ۽ هاري بنجڻو آهي ان ڪري ئي سرمائيدارانه نظام جا ڏوءِ ڏڪڻ لڳا آهن. ڇو ته هن محسوس ڪري ورتو آهي ته مظلوم ماڻهن جي دلين جا درياهه موجن ۾ اچي ٻيريون ضرور ٻائيندا.

سوشلزم جتي ڪٿي وڃي سويارو ٿيندو ۽ ڏاڍيءَ تيزيءَ سان سمورن ملڪن جا پورهيت وڃن ٿا سوشلزم کي پنهنجو ڪندا ۽ ان کي آڻڻ لاءِ وڌن ٿا تدبيرون سوچيندا ۽ سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ وڏيرن کي ننگو ڪندا. ڪجهه محنت ۽ همت پورهيتن، هارين ۽ مزورن جي آهي ته ڪجهه انهن جي پنهنجي ۽ سندن ڪارنامن

جي، انهن جي ڇنڀڻ ۽ ڇڪتاڻ جي- جنهن ڪري سرمائيدار، جاگيردار، زميندار ۽ وڏيرو وچي ذليل ۽ رسوا ٿيندو -!

لينن چواڻي: ”سامراج، در اصل سرمائيداريءَ جي مرڻينگ حالت جو نالو آهي. انهيءَ دور ۾ سرمائيدارانه هڪ هٿي پيدا ٿيندي آهي. يعني گهڻا ڪاروبار گڏجي هڪ وڏي ۾ وڏو ادارو بڻجي ويندا آهن، پورهيتن جي ڦرلٽ وڌي ويندي آهي ۽ انهيءَ سبب هڪ هٿي سرمائيدار ۽ مزور طبقي ۾ ڇڪتاڻ وڌي ويندي آهي.“

۽ هاڻي اها ڇڪتاڻ وڃي وڌندي- دنيا ڏسي رهي آهي ته هڪ پاسي سرمائيدار پنهنجين سمورين حرامپاين، ڪميڻپن ۽ ذلالتن کي ڪتو ڪري پنهنجا هٿيار کڻي دنيا مان، پورهيت طبقي کي ختم ڪرڻ جا خواب ڏسي رهيو آهي ۽ اهڙن خوابن ڏسڻ سان گڏ آڻ جيان پنهنجي مٽ ۾ پاڻ ڦرڪي رهيو آهي ته ٻئي پاسي مظلوم پورهيت طبقو، سندرو ٻڌي سامراج ۽ ان جي دلال کي پٽيون پڙهائڻ جو عهد ڪري چڪو آهي ۽ جتي ڪٿي وچي ٿو شاندار سوڀون حاصل ڪندو. هاڻي آهي ڪو مائيءَ جو لال، جو سوشلزم جي اُن ترقيءَ ۽ واڌاري واري عمل کي روڪي سگهي؟ ۽ مرندڙ ۽ پساهه ڇڏيندڙ سرمائيدارانه نظام کي بچائي سگهي؟ پر شايد ڪو اهڙو نه سامائجي. ڇاڪاڻ ته هاڻي هر هڪ کي معلوم ٿي چڪو آهي ته هيءُ سرمائيدارانه ۽ جاگيردارانه نظام کي

دفناڻ ۽ سوشلزم کي فتحن پويان فتحون ڏيارڻ جو دور آهي ـــ!

سوشلزم اڄ دنيا جي غلام ملڪن کي آزاد ملڪن جي صورت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. دنيا جي نقشي کي تيزيءَ سان بدلائڻ شروع ڪيو آهي. غلام قومن کي آزاديءَ جي زيور سان آراسته ڪيو آهي. دنيا جي سمورن ڦورن ۽ لٽيرن، بدمعاشن ۽ لوفرن کي ڪنبڻي ڏياري ڇڏي آهي.

هيءَ ڳالهه هاڻي مڃيل حقيقت بڻجي چڪي آهي ته انقلابن ۽ آزاديءَ وارين تحريڪن جا هر اول دستا، هاري، مزور ۽ پورهيت ئي هوندا آهن. اڳواڻيءَ جا اهل اهي ئي آهن. جيڪي ماڻهو، جيڪي تحريڪون، جيڪي ورڪر، جيڪي اڳواڻ ان حقيقت کان ۽ سوشلزم جهڙي سچ کان انڪاري آهن، اهي اصل ۾ انقلاب کان انڪاري آهن. انهن جي نظر ۾ علاؤالدين جو چراغ ٻارڻ سان ئي انقلاب ايندو. انهن جي نظر ۾ انقلاب ائين ايندو ته سامراج ڌرتيءَ جي ڪنهن مظلوم انسان جي هڪ ڳل تي چماٽ وهائي، ڪيڏي ته مظلوم ٻيو ڳل ڪيس ڏئي چوي ته اچي هيءُ ڳل به تنهنجي بابي جو آهي. هنن جي نظر ۾ انقلاب آڻڻ ڏاڍو سهنجهو ۽ سکيو آهي. ڪيڪ ڪٽڻ جهڙو نرم ۽ نفيس، ماڏوزيتنگ انقلاب جي تصوير ڪيڏي لکيو آهي:

”انقلاب ڪو پيت جو سڏ ڪونهي، مضمون لکڻ،

ڇڏڻ ڪيڻ يا ڀرت ڀرڻ جهڙو نازڪ ۽ نرم ڪونهي.
انقلاب ايترو نفيس، ايترو صلح ۽ سانت وارو، ٻاجهارو،
وچٿرو، رحم دل، ادب وارو، احتياط ڪندڙ ۽ وڏ جگرو
ٿي نٿو سگهي. انقلاب ته هڪڙي بغاوت آهي. اها ته
هڪ ڏاڍائي ۽ زبردستيءَ واري ڪاروائي آهي جنهن جي
وسيلي مظلوم طبقو، ظالم طبقي جو تختو اونڌو ٿو
ڪري، ڦهراڙيءَ جو انقلاب هڪ اهڙو انقلاب آهي،
جنهن جي وسيلي هاري طبقو، وڏيري طبقي جو تختو
اونڌو ٿو ڪري ڇڏي. حد کان وڌيڪ طاقت استعمال
ڪرڻ کانسواءِ وڏيرن جي هزارين سالن جي پراڻي راڄ
جو تختو اونڌو ڪرڻ ممڪن ئي ڪونهي."

هتي ٿا اهڙي ڳالهه ڪريون ته ابا، ڳالهه سمجهو،
ڪجهه ڌيان ڪريو ته همراهه فتوائون جاري ڪريو
ڇڏين. اسان جي سنڌ جي سياست جو هن وقت روپ
۽ رنگ، جنهن حالت ۾ آهي اهو ڏاڍو افسوسناڪ آهي.
ائين ٿو محسوس ٿئي ته سامراج پنهنجي مشنريءَ جا
ڪي پرزا، اسان جي سياسي جدوجهد جي مشين ۾ فٽ
ڪري ڇڏيا آهن، اهڙي نموني سان جيئن ملن مخدوم
بلاول جي جتيءَ ۾ آيتون فٽ ڪري، ڪيس گهاڻي ۾
پيڙايو هو.

اسان جي سنڌ گهڻن مانگر مڇن جي منهن پئجي وئي
آهي، هڪ طرف ڌاريا، ٻئي طرف انهن جا دلال، هڪ
طرف وڏيرا ته ٻي طرف انهن جا ڪمدار، هڪ طرف

پير ته ٻي طرف انهن جا مريد. هڪ طرف مسجدن جا پيش امام مولوي ته ٻي طرف ڪريل ٻانگا ۽ ڪريل مولوي، جيڪي هاڻي ظاهري طور ته پيش امام يا مولوي نه رهيا آهن پر اندر ۾ اڃا بہ ساڳيون ميرپور واريون کهاڙيون ڪٽيو پيا گهمن.

”اندر ڪارو ڪان ۶، ٻاهر ٻولي هنج جي.“

۽ اِهي سمورا هڪ هنڌ متحد ٿي، گڏجي سامراج جا طرفدار بنجي اُن جي بچاءَ ۽ حفاظت لاءِ راتاها ڏيئي رهيا آهن. سوشلزم جي نالي ٻڌڻ سان انهن جي بت تي چڻ چيلاٽا چنبڙيو وڃن. هاري، پورهيت ۽ مزور جي ڳالهہ ٻڌڻ سان همراهہ تسبيحون ڪڍيو ”توبهہ توبهہ“ چوڻ ۾ شروع ٿيو وڃن. سوشلزم جي فتح ڏسيو، هاري، مزور ۽ پورهيت ڪي وڌندي ڏسي يارن جون هاڻي ڪڇيون لڳڻ شروع ٿيون آهن!

ڌرتي، پورهيتن ۽ مزورن لاءِ آهي ۽ پورهيت ڌرتي لاءِ. ڌرتي نہ هڏ حرام وڏيرن جي آهي، نہ سرمائيدارن، سيٺين ۽ جاگيردارن جي، نہ مرشدن ۽ مُلن جي. جيڪڏهن هاري ۽ مزور کان سواءِ ڪوبہ انقلاب جي ڳالهہ ٿو ڪري تہ اهو انقلاب جو دشمن آهي. جيڪڏهن ڌرتيءَ کان سواءِ ڪوبہ هارين ۽ مزورن جي ڳالهہ ٿو ڪري تہ اهو ڌرتيءَ جو ويري آهي.

ڊسمبر ١٩١٧ع ۾ لينن لکيو هو: ”پورهيتن جا پير صرف اهڙي ڌرتيءَ تي ڪٽل هوندا آهن. جنهن کي

ڦورو طبقي کان پاڪ ڪيو ويندي. سرمائيداري ۽ وڏيراشاهي ختم ڪري، زمينون ۽ ڪارخانا عوامي ملڪيت قرار ڏنا ويندا. اهڙيون زمينون ۽ اهڙا ڪارخانا دراصل اهڙا ميدان آهن، جن ۾ پورهيت سپوت، پنهنجي صلاحيت جا جوهر ڏيکاري سگهن ٿا. پورهيتن کي پير کوڙڻ ڏيو پوءِ ڏسو ته هو ڪيئن ٿا، هن ڌرتيءَ کي گل وگلزار بنائي ڏيکارين!"

اسان جي سنڌ جي هاري تحريڪ، جنهن جون ڪجهه يادون، هن ڪتاب ۾ تحرير ٿيل آهن. ان جو مقصد به اهوئي هو ته هن ڌرتيءَ تي پورهيتن ۽ هارين جا پير کوڙايا وڃن ۽ انهن کي وڏيراشاهي ۽ آيرنده سرمائيداريءَ جي غلاميءَ مان ڇڏايو وڃي. ڌرتيءَ کي اهڙن بدمعاش ڦورو وحشين کان پاڪ ۽ صاف ڪيو وڃي. پر صدين کان وڏيرڪي راڄ ۾ ورتل ۽ گهيريل، سنڌ جي وڏيرن وٽ غلام ۽ جڪڙيل هاريءَ جي سوچ ايتري سستي ۽ سولي ڪانه هئي جو "هاري تحريڪ" ايتري ڪم تي ان کي ڇوٽڪارو ڏياري سگهي ها!

سنڌ جي هاري ڪميٽي، هارين ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ جو شروعاتي مرحلو ته ڪجهه قدر ضرور پورو ڪيو پر اها ايڏي فعال ۽ ڪارائتي بڻجي نه سگهي ۽ اڳتي هلي اها به ختم ٿي وئي، وڏيرن جي سازشن جي نذر ٿي وئي ۽ هاڻي رڳو ان جون يادون ۽ آهي ڳالهيون ڪتابن ۾ ئي پڙهي پيون سگهجن.

سنڌ جو هاري ۽ پورهيت جيڪو اڪثريت ۾ آهي، اهو نڌڪو لڳو پيو آهي. ڪنهن کي به ان سان همدردي ۽ محبت ڪانهي. اهو طبقو سڀني کان وسريل آهي، جيڪي يار، هاري، پورهيت، پورهيت پيا ڪن، آهي به سنجيدگيءَ سان انهن لاءِ سوچڻ لاءِ تيار ڪاهن ۽ پيا ته هاري ۽ پورهيت جو نالو ٻڌڻ سان ئي چڙيو پون، چيءَ "متو خراب ٿيو آئو پيا؟. اڻ پڙهيل، بيوقوف، چٽ ۽ جاهل هاري، پورهيت ۽ مزور به ڪڏهن انقلاب آڻيندا ـــ؟!" اهڙا ماڻهو عقل جا ڪيڏا نه انڌا آهن ۽ سندن اکين تي ڪيڏا نه ڪوپا چڙهيل آهن جو حق ۽ سچ کي ڪاري هيٺان لڪائڻ لاءِ پيا جتن ڪن. پر ڪين اها خبر ئي ڪانهي، ته هاڻي سمورا پورهيت ۽ هاري گڏجي سامراج کي جنهن وانگيان بوتل ۾ بند ڪرڻ لاءِ جتي ڪئي محنتون ۽ پورهيا پيا ڪن. هاڻي سامراجي ٻلي جي گچيءَ ۾ گهنڊڙي ٻڌجي چڪي آهي، هاڻي ڪوبه مظلوم ڪٿو نٿو ڪاجي سگهي. ان گهنڊڙي هاڻي سامراجي ٻلي کي ايترو ته بيچڙو ۽ بدنام ڪيو آهي جو هو هر هنڌ پادرڻ ڪاڻ ۾ پورو آهي. نه رڳو سامراج پر ان جو دلال پڻ.

دنيا جيون سموريون قومون جيڪي جاڳيون ۽ جن پنهنجي وجود جي بچاءَ جي جنگ ڪئي. پنهنجي استحصال ڪندڙن سان ويڙهه ڪئي، انهن جي مقدر ۾ هزارين شڪستون به لکيل هيون. هر وات ۽ هر موڙ

تي ننڍڙيون ننڍڙيون شڪستون ۽ ناڪاميون انهن کي پيش اچڻ لڳيون. جيڪي اڳتي هلي، وڏين سوڀن ۽ فتحن ۾ تبديل ٿي ويون. صدين کان ورتل، جڪڙيل قومن کي پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ گهڻو ڪجهه ڏيڻو ۽ ادا ڪرڻو پيو. ان کان پوءِ ئي آهي قومون بنهه ماڳ پهچي ويون، منزل ماڻي ورتائون ۽ هاڻي انهن جا جهنڊا آزاد فضائن ۽ آزاد هوائن ۾ ڦڙڪي رهيا آهن. ڪي قومون اڃا سامراج ۽ ان جي دلال سان ويڙهه ۾ مصروف آهن.

هر هنڌ، هر جاءِ، هر ملڪ ۽ هر قوم ۾ جتي جتي سامراج کان، مظلوم، پورهيت ماڻهن پنهنجي حقن وٺڻ جو ارادو ڪيو آهي ۽ پنهنجي ڳچيءَ مان سرڪڻ لاهڻ جو اعلان ڪيو آهي. اتان جي سامراج ۽ ان جي دلال انتهائي ڪميڻپ جو ڪردار ادا ڪيو آهي. مظلوم، مسڪين، پورهيتن، هارين، مزورن تي طرح طرح جا ظلم ڪيا آهن. ۽ انهن کي ختم ڪرڻ ۽ تباهه ڪرڻ لاءِ مسلح ٿي، هٿيارن سان ليس ٿي وڏو قتلام ڪيو آهي ۽ انهن کي ميسارڻ لاءِ هر طريقو اختيار ڪيو آهي. پر نتيجي ۾ کين اهائي خواري ۽ خرابي ملي آهي. سامراج يا ان جا دوست اهو ڪڏهن به ڪونه سمجهن ته هنن مظلومن تي سوڀ حاصل ڪئي. جيڪڏهن حد کان وڌيڪ طاقت گڏ ڪري، هنن ڪجهه وقت لاءِ تسلط قائم به رکيو ته وقت اچڻ تي وياج ڏيڻ سان گڏ، مظلوم جي موڙيءَ تان اُئين هٿ کڻي ويو، جڻ هن تي آن جو قبضو ئي ڪونه هو!

دنيا جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ائين ٿيو آهي ۽ هتي
به ٿي رهيو آهي ته عمل جي ميدان ۾ سامراج ۽ مظلوم
ٻنهي پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪندا رهيا آهن ۽ نتيجو
ٻنهي کي پنهنجي پنهنجي عملن جو مليو آهي. پورهيت
امن جو متلاشي ۽ سک جو ڳولائو آهي ۽ هن سدائين
امن ۽ سک ماڻيو آهي. سامراج سدائين ويڙهه، جنگ
۽ دنگل جو قائل رهيو آهي ۽ اهڙي ئي نموني هن
پادر ڪاڏا آهن. اهڙي ئي نموني هو بڇڙو ۽ بدنام ٿيو
ٿيو آهي جهڙي نموني جا هو عمل ڪندو آهي.

هي يادون، اسان جي شڪستن ۽ سوڀن جو مختصر
داستان آهن ۽ اهي يادون اسان جي گهڻي رهنمائي ڪري
سگهن ٿيون. اسان جون ننڍيون ننڍيون شڪستون وڏي
سوڀ ۾ بدلجي سگهن ٿيون. ضرورت آهي ته سنڌي
هارين، پورهيتن ۽ مزورن لاءِ ڪا منظم تنظيم هجي،
جيڪا سنڌ جي سمورن پورهيتن کي منظم ۽ متحد ڪرڻ
سان گڏ انهن کي جاڳائي وجهي ـــ!

سنڌ جا هاريو! سنڌ جا هاريو!
مانَ مُرڪي پئو، مانَ جاڳي پئو!

سن، ضلعو دادو سنڌ.
۷- جولاءِ ۱۹۸۳ع — نياز سنائي.

# قاضي فيض محمد اڪيڊمي
## اسلام آباد

سنڌ جي سماجي، مُحسن انسان، سائين قاضي فيض محمد صاحبؒ جي ياد ۾، سندس عقيدتمندن، اسلام آباد ۾، ”قاضي فيض محمد اڪيڊمي“ ٺاهي آهي. هن اڪيڊمي جو روح روان، محترم يوسف ميمڻ صاحب آهي ۽ سرگرم ڪارڪن محترم علي گوهر ڏهيو صاحب ۽ ٻيا ڪيترا پُرخلوص نوجوان، هين اڪيڊمي کي هلائي رهيا آهن. هن اڪيڊمي جو مقصد آهي ته قاضي صاحب جن جا سمورا ڪتاب ڇپائجن ۽ سندس زندگيءَ تي تفصيلي تحقيق ڪرائي وڃي جيئن سندن زندگيءَ جا مختلف پهلو اُجاگر ٿي وڃن.

اُن سلسلي جو پهريون ڪتاب ”قاضي فيض محمد“ تمام جلد شايع ٿي رهيو آهي. جنهن ۾ جي. ايم. سيد پير علي محمد شاهه راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، نبي بخش کوسي ۽ ناز سنائي جا مضمون شامل آهن.

اسان جو هيءُ ڪتاب به سندن ۽ قاضي صاحب جي ڏياڻين مسز ارشاد عباسي، ڊاڪٽر خورشيد شاهه ۽ حُسنا قاضيءَ جي تعاون سان شايع ٿيو آهي.

# هاري ڪميٽيءَ لاءِ تحريڪ

زندگي هڪ عجيب ڪشمڪش جو مڪان آهي. خالقڏنهار جا ڪهڙا گڻ ڳائجن، پاڻ ۾ سندس قدرت جا عجيب راز ۽ ڳجهه آهن. ايڏي تہ قدرت اپار آهي جو ڏسيو حيرت ۾ پئجي وڃجي ٿو. ان ۾ انسان هڪ پيو وڏو اسرار آهي. قدرت هڪ لامحدود سينگار آهي. تنهن ۾ انسان هڪ روشنائي آهي. قدرت نہ هجي ها تہ انسان جو هجڻ ناممڪن آهي. پر جي انسان نہ هجي ها تہ قدرت بي نور رهجي وڃي ها.

سچل سرمست جي چوڻ موجب:

”پنهنجي پروڙڻ باجهون، بيا سڀ خالي خام خيال.“

انسان جي پاڻ ڪسي رڳو سڃاڻڻ جسي ڪوشش ڪري ها تہ جيڪر هي ڏولاوا ۽ ڏک ايڏا نہ پسي ها! انسان ڇا هي؟ هي سڄي جاندار زندگي بہ عجيب ارتقا جي منزل آهي. عجيب ايجاد آهي. سڀني کان نياري ۽ نرالي- اڻين ڪٿي ڇئجي تہ خالق اڪبر کان پوءِ فقط انسان ئي آهي، جو جيستائين قدرت آهي ۽ قدرت جو وجود آهي. تيستائين فنا نہ ٿيندو. پيو سڀ ڪجهہ

فنا ٿــي وڃي ٿـو، مگر انسان ارتقا جــي عمل هيٺ سدائين جيئرو آهي. اڳيان ٻوڙن جو بار مٿي تي کڻيو قطارون ڪري اڳتي هلندا پيا اچن. هي پنهنجو بار کڻيو، وڃيو ايندڙ نسل کي پهچائين. قلم جي ايجاد کان پوءِ پراڻا ٺهجرهه تاريخي نشان، هن ڄرون سموريون حرڪتون حرفتون ڪنو ڪيو آٿيو اڳين ڄــي اڳيان پيش ڪن وري اهي بار کڻيو، وڌندا ۽ وڌائيندا پيــا هلن. عجيب ڪرشمو آهي. عجيب حقيقت آهي. عجيب تماشو آهي بس شل اکيون هجن جو هيءُ ســپ ڪجهه ڏسجي ۽ عبرت حاصل ڪجي.

سون مان ڦري هزار ٿيا، هزارن مان لک، لکن مان ڪروڙ، ڪروڙن مان ارب، اربن مان پدمين. مطلب ته ايڏي عجيب تخليق! دنيا روزانو نوان نوان روپ بدلائيندي ۽ وٺندي پئي هلي. هي سڀ ڪجهه ڇو ۽ ڇا لاءِ؟ ڪروڙها سال پورا ٿي ويا، ڪروڙها سال اچا ايندا. هيترا ڪروڙها سال! هيتريون اربين حياتيون!! وري پئي پاسي اهو تماشو ته ههڙيون ڏرتيون، سيارا، چنڊ، سج، تن جا ڦيرا، پيچرا، ڪروڙ تارا، ستارا، جن جي رفتار پاڻهئي وڌي ۽ ويجهي پئي. تنهن کــي ماٺ ئي ڪانهي. هي سڀ ڇو ۽ ڇاجي لاءِ؟

هيءُ هڪ عجيب سوال آهي جو هر ڪنهن ۽ خاص طرح انهن لاءِ آهي جي سوچين ٿا يا سوچڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. تن لاءِ عجيب مشاهدو آهي!!

اهو سچو مشاهدو جڏهن اکين اڳيان آڻجي ٿو ته
پاڻ اڏ ميڇالو تنهن مان سوسان نڪريو وڃن پر اهو
ميڇالو جيڪا روشنائي آهي ۽ دل جا زندگي آهي.
پنهي کي جيڪڏهن جاچبو سوچبو ته هي ۽ خود به
عجيب مشاهدو آهن. انسان اتم آهي. انسان اعليٰ آهي
هن کي ياد جي توفيق آهي. هن کي ڪشش جي
توفيق، هن کي علم حاصل ڪرڻ جي توفيق، هن کي
سر سلائڻ ۽ سريلي ٿيڻ جي توفيق آهي. هي خودهڪ
ننڍڙو خالق آهي. هن جي زبان جا تيز ڳالهائي ۽ ڳائي
سگهي ٿي. هن جو دماغ اعليٰ سوچ جو مالڪ ۽ خالق
آهي. بس حيران آهيان! حيران آهيان!! حيران آهيان!!!
هن سڀ جو خالق سڀ کان دور، سڀڪنهن پنهنجي
پنهنجي طريقي سان سوچيو. جنهن جيئن سوچيو تنهن
کي تيئن مليو. ڪنهن بت خانو ٺاهي ڪيس بت بنايو
ڪنهن چنڊ سچ جو مشاهدو ڪندي ڪيس چنڊسمجهيو،
سج سمجهيو. سج ۽ چنڊ جي پوڄا ڪئي. ڪنهن نانگ
۽ هاٿيءَ جي ڏهڪاءَ کان ڏڄي ڪيس نانگ ۽ هاٿي
جو روپ ڏنو. ويچارو انسان وهمن ۾ وڪوڙجي ويو.
عقل ۽ علم جو دور آيو ته بتن کي ڊاهي انسان کي
خدا بڻايو ويو. ڪٿي رام رب ٿي ويو، ڪٿي ڪرشن
ڪريم ٿي ويو. ڪٿي عيسيٰ الله جو پٽ سمجهڻ ۾
آيو. وري جڏهن اڳتي وڌيو، علم ۽ عقل جي دوڙ
ڪيائين، سمجهائين ته هي ته انسان هئا ۽ گذاري ويا

تڏهن رب جو تخيل نئون ايجاد ڪيائون. ڪٿي ايڪو انڪار، ڪٿي اوم، ڪٿي قل هوالله احد الله- پوءِ ڪٿي ڪنهن نبي جي، ڪٿي ڪنهن سخي جي مولا سان ملاقات جو ذڪر ڪيائون. سيئي منزلون پنهنجي وقت لاءِ صحيح هيون. پر اڄوڪي سائنسي، اڻڪٽ رفتار جي ڪري سندس سوچ به اهڙوئي پرواز ڪرڻ لڳي. سائنس ته هاڻي وڃي هنڌ ڪيو، جو بهشت ۽ دوزخ جا نظريا ختم ٿي ويا. ويچارا صوفي سنڌ جا ته اڳئي چئي ويا. سچل چيو: "بهشت دلاسو دوزخ دڙڪو" سنڌ جي سرتاج لطيف چيو:

روزا ۽ نمازون، اي پڻ چڱو ڪم،
اوڪو پيو فهم، جنهن سان پسجي پرين کي.

پر حقيقت ضرور آهي. جيتوڻيڪ چاڻ ۽ علم آهر ان جو تخيل ڦرندو رهندو. وسيع ٿيندو رهندو- اها آهي طاقت، جنهن صرف سج ۾ ڪئين ٽن تجلي جا ٻيري چڙهيا. ڌرتي اندر تيل ۽ گئس جا ٻنڊار ٻري چڙهيا. هيڏا ازگر سيارا لکن جي انداز ۾ لکن ميلن جي رفتار سان ڊوڙي رهيا آهن. رات ڏينهن پيچ پيچان ۾ آهن. اها طاقت ڪٿان ٿي اچي. هي ڪوئلا، هي دريا، سي ڪيئن پيا نهن ۽ هلن. هي سڀ ڇا آهي ۽ ڇو آهي؟ اهو ته سوال آهي جنهن انسان کي روشن بنايو آهي. اها ارتقا جي حرڪت آهي. تحريڪ آهي. جيئن سڄين ڪائناتن ۾ پيچ پيچان آهي.

پيچ پيچان ۽ پيچ پچان ارتقا جون ٻه رونقون آهن. بس
اهائي منزل آهي. اهوئي مرڪز آهي. بس جيترو
اڳتي سگهي، اها مٿس وڏي عنايت آهي. انهيءَ لافاني
منزل ۾ ٻه وقت ڪونهي. مفاصلو ڪونهي. شل اتي ڪو
پهچي. پهچڻ ته ضروري ٿيو ۽ پهچڻ ته شايد ناممڪن
ڪونهي. پر هڪ ڳالهه جا خيال ۾ اچي ٿي اها آهي
اڳتي وڌڻ ۽ پهچڻ جي ڪوشش:
"تنيءَ ٿڌيءَ ڪاهه، ڪانهي ويل ويهڻ جي." (شاهه)
ووڙ ۽ ووڙ! پنڌ ڪر! ڊوڙ! پيچ! مٿي چڙهه! پلئه
آجا ڪر!! اڳام!! آڳام!! هي آهي ارتقا شخصي ۽ اجتماعي.
هن مضمون کي جي گهڻو ڇڪبو ته ڪتاب پرجي
ويندا. هن خاڪي، بي نور ۽ گنهگار کي ڪهڙي طاقت
جو قلم کي ايڏانهن رجوع ڪري؟
هاڻي اچون پنهنجي ننڍڙي آشياني تي. يعنيٰ سنڌ
۽ مٿي سنڌ جا ماڻهو!
تحريڪون ماڻهو پيدا ڪندا آهن ۽ تحريڪون
ماڻهو پيدا ڪنديون آهن. جت تحريڪ نه هجي اتي
جمود جي بيماري طاري ٿيو وڃي. هيءَ خلق، هيءَ
مالڪ جي تمام پياري خلق مري تباهه ٿيو وڃي.
سڀ ڪنهن دنيا جي ڀاڱن ۾ تحريڪون هلبيون ۽
هلنديون رهنديون. جيتري قدر تيز ايتري قدر ارتقا جي
وڌيڪ روشني ۽ وڌيڪ ترقي.
اڪين اڳيان ڏسجي پيو. رشيا جي ترقي تحريڪن

جو نتيجو آهي- يورپ جي، آمريڪا جي ترقي پڻ تحريڪن جو نتيجو آهي- خود هندستان ۽ پاڪستان مان شهنشاهيت ۽ انگريز سامراج جو خاتمو به تحريڪن جو نتيجو آهي.

تحريڪ زندگيءَ جي جان آهي- جن نيا ڳڻ تحريڪون نه هلايون، تن جا اهڙا حال ٿيندا، جهڙا اڄ اسان جي سنڌ ۾ آهن- تحريڪن جو ذڪر ڪرڻ، اهو به اهو ماڻهو ڪري سگهي ٿو- جنهن کي تحريڪن جو تجربو هجي ۽ جيڪي ماڻهو تحريڪن اندر پيسجي اٿو ٿي ويا هجن- جن جي دل ۾، جن جي رڳ رڳ ۾ تحريڪون سمايل هجن.

"ايڏو سور سهي- ننڊ نه ڪجي ناڪئا!"
"شل نه مرن راڻا، ته ڪاڪ ولهي نه ٿئي."

. من کي پياريون دليون پيدا ٿي پون- جيڪي پين جا سور پنهنجن ڪلهن تي کڻن- پين جي ڏکن ۽ سورن کي پنهنجي من ۾ ويهاري، پنهنجي دل جو رت پيارين معاشري جون برايون ڏسي رڙن- انسان جي انسانن وٽ غلاميءَ کان تنگ اچي پراڻي معاشري کي ڊاهي نئون معاشرو ناهين- انهن دلين جا مالڪ ٿين- محمد صلعم، منصور، گانڌي، لينن، ڪارل مارڪس، شاهه عنايت، لطيف، ڪنور، هيمون ۽ پيا انسانيت جا ڏيئا بنجن.

سنڌ جي زمين هڪ نرالي زمين آهي- هاڻي ڪوجنائن مان ظاهر ٿيو آهي ته سنڌ جا ماڻهو موهن جي دڙي

ڪان اڳ لکڻ ڄاڻندا هئا. سنڌ مندرن ۾ ڪو بت يا مورتي ته ڪانه ملي آهي پر هڪ اکر مليو آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اٽڪل ست اٺ هزار سال اڳ سنڌ جا ماڻهو موجد هئا.

انهيءَ سنڌ ۾ ڇا ڇا ٿيو. اها ستن اٺن هزارن ورهين جي تاريخ لکڻي پوندي. ان لاءِ وڏي علمي لياقت جي ضرورت آهي. تاريخن پڙهڻ جي ضرورت آهي ۽ کوجنائن ڪرڻ جي ضرورت آهي. اهو هڪ وڏو معاملو آهي جو هن پيرسنيءَ جي وقت مونکان ٿي نٿو سگهي.

البت هن ويهين صديءَ جي پيدائش تي ڪري ڪجهه هن صديءَ بابت لکي سگهجي ٿو. شخصيت پرستيءَ کان مان ڏاڍو بيزار آهيان. عوامي شخصيت کي اجاگر ڪرڻ گهرجي. عوام جو هر هڪ ماڻهو موتي ۽ هيرو بڻائجي. هيءَ اڄوڪي زندگيءَ ۾ فرقي بازي، تعصب، مارا ماري شخص پرستيءَ جو ئي نتيجو آهي. منهنجا سنڌي نئينڙا نوجوان به هن مرض ۾ مبتلا آهن.

شخص پنهنجي ليکي ڪابه شيءِ نه آهي. انهيءَ کي بت بڻائي ۽ پوڄا پاٺ شروع ڪجي ۽ جنگيون جهيڙا شروع ڪري ڏجن. مارا ماري شروع ڪجي. خود تخيلن جي پوڄا ڪرڻ بيماري آهي. ماڻهو انهن وسوسن ۾ گهڻڄيو مريو وڃن. هر هڪ شخصيت پنهنجي وقت ۽ سندس جفاڪشين جو نتيجو آهي. خود تخيل به آئڊيالاجي، پنهنجي وقت جي مصيبتن ۽

۽ تڪليفن ڪي سنائڻ جي ڪشمڪش جو نتيجو آهي.
اهي ڪي هزارن سالن جون هجن. ڪي سون سالن جون
هجن يا سالن جون هجن. اهي شخص ۽ تخيل هميشه
لاءِ قائم رکڻ اهڙوئي گناهه آهي، جهڙو ارتقا کان منهن
موڙڻ. يعني جمود. تنهنڪري آئون اڪر "مان" لکڻ
کان ڏاڍو ڪيٻائيندو آهيان. اڪر "مان" کي ته معنيٰ
ڪانهي. "مان ڇا آهيان؟". فقط اک پٽڻ کسان اک
ٻوٽڻ واري ياد. صرف چند سال. تنهنڪري ته "مان"
کا معنيٰ ئي ڪانه ٿي رکي. البت رڻان ۽ پڇان ٿو ته
"مون" ڇا ڪيو.؟

پنهنجي نوجوان دوست ۽ ٻچن جهڙي پياري
ناز سنائيءَ جي زور پرڻ ۽ حڪم ملڻ تي ڪجهه لکان
ٿو. ڀلا هي سنڌ جا جوڌا جوان، جي پنهنجي ماروئڙن
کي پيرن، زميندارن ۽ ظالم طاقتن کان آزاد ڪرائڻ لاءِ
رات ڏينهن سسئيءَ وانگر زاتيون جهنگ جهر ڏوريندا
وتن. اهي جڏهن انهيءَ ارادي سان پنهنجي جان
قربان ڪن.

"ويئي ور نه پون، سٺي ملن نه سپرين،
جيڪي رند رڙن، ساجن ملي تن کي" (شاه)

لطيفي آواز تي. محڪم هجن. مان هنن جي جتي
ته نهيو پر جتيءَ مان جيڪا هلڻ وقت خاڪ نڪري،
ان خاڪ جي ذاتي برابر به ناهيان. پوءِ ڀلا اهڙي حڪم
کان انڪار ڪيئن ٿو ڪري سگهان؟

اول ڪجهه پاڻ لاءِ به چوان ته جيئن پوءِ وارو
احوال چڱي طرح سمجهه ۾ اچي.

آئون هڪ يتيم ٿي پيدا ٿيس. منهنجو خاندان چون
ٿا ته اصل صديقي عرب هئا. مان ذاتين ۾ اعتبار ڪونه
رکان، پر تاريخي خيال کان وڏيڪ لکڻ گهران ٿو ته
منهنجو هالاڻيءَ وارو گهر پراڻي درياءَ جي ڪپر تي
آهي. پراڻي مسجد پهرياڻين ۽ پوءِ گهر. پراڻي مسجد
جون پيڙهيون تمام ٿلهيون اٽڪل ڏهه ۽ پندرهن فوٽ
موڪريون هيون. هڪ قبو درياءَ جي پاڻ ڪري شهيد
ٿيل هو. منهنجو نانا ۽ ڏاڏا ٻئي پائر هئا. نانو قرآن
شريف جو حافظ هو. ١٨٥٠-٦٠ع ڌاري سرويئر به هو.
پارسي اسان جي سڄي گهر ۾ لکي پڙهي وينديءَ هئي.
اسان ڳوٺ جا استاد گهر به هئاسين. مڪتب اسان جي
مسجد ۾ هوندو هئو. مامون مير محمد هڪ وڏو درويش
صفت ماڻهو ليکيو ويندو هئو. مامو عبدالله انهيءَ زماني
١٨٣٠ع ڌاري ٽپيدار هئو. منهنجو پيءُ پنهنجي زمين
تي پاڻ هاري هئو ۽ به باغ انبن ۽ ليمن جا رکيا
هئائين. تڏهن ڪوهن تي آبادي ٿيندي هئي. اسان جي
خاندان کي اٽڪل اڍائي سو ايڪڙ زمين هئي ۽ ٨ يا
١٠ ڪوهه هئا. گهر ۾ مسرد ماڻهو اٺ ۽ زالون ست
هونديون هيون. گهوڙا گاڏيون، اوطاق ۽ وڏي جويلي
هوندي هئي. پرسان سيد خاندان رهندا هئا.

عجيب اتفاق ٿيو ته ٦ مرد ماڻهو جلدي جلدي

پنجن ڇهن سالن جي اندر منهنجي ڇهن ڪان اڳ مري ويا. منهنجو بابو مونکي مهيني جو ڇاول پار ڇڏي ويو. منهنجو ننڍو ماموں ڪرم الله مونکان ٽن مهينن جي اندر هن دنيا مان موڪلائي ويو. بس رنون زالون، ٻه ڇورا ٻار، هڪڙي ڇوڪري، منهنجي سوٽ جي ڏيءُ ۽ مان وڃي بچياسين. ڇوڪري به جلد مري وئي. باقي سڄي گهر ۾ مان فقط هڪ يتيم وڃي بچيس. بس پوءِ ته سورن ۽ ڏکن جي اچي ڏم ستي. رڱندي پٽيندي اچي پنجن ڇهن سالن جو ٿيس. جيجل امڙ مونکي سنڌي اسڪول ۾ موڪليو. اسان جي گهر جي اڳيان هالائيءَ جي هندن انگريزي اسڪول کوليو. جتي ڇوڪرا ورديون پائي اسڪائوٽ ٿي مارچ ڪندا هئا. هندن ڇوڪرن سان واقفيت ٿي. پاڙي جا سيئي ٻار گهڻو ڪري هندو، سيد ۽ مان رانديون رونديون ڪندا هئاسين. هلندي هلندي ٻڌوسين ته روس ولايت ۾ بولشوڪ اچي ويا آهن. متان هت به خلافت تحريڪ شروع ٿي. منهنجو ڳوٺ ساهتيءَ ۾ جيتوڻيڪ ننڍو هو، پر سياسي طرح سان سڄي هندستان ۾ پهريون نمبر هو. ڪاڏيءَ جي اٺجڻ ۽ پائڻ ۾ سڄي هندستان ۾ پهريون نمبر هو. هالائيءَ مان به وڏا ليڊر جن مان هڪ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر به ٿيو. سچانند تاواڻي ۽ نيونڌرام هئا. منهنجي گهر پرسان پر وارا پاڙيسري ڇوڪرا صبح جو ڦيريون ڪڍندا هئا. مان به ڇورو

ٻارَ، قاضي سڀ مري ويا. ٻاهر هُنَ سانُ گڏجي قيدينَ ۾ شامل ٿيندو هوس. ڳائيندا سڄي ڪوٺ ۾ ڦرندا هئاسين. "سوراڄ راڄ پنهنجو ورثو ضرور آهي." آءٌ وڃانُ ٿو جيل ۾، سڀ چئجو وندي ماترم."

سڃائند جڏهن به تقرير ڪندو هو ته شروع ڪندو هُئو هُن بيت سانُ:

"جي هجين عاشق ته ٻرس، مينهن محبت جو وسّاءِ
جي رکين سانگو تونَ سر جو، پير هُنَ پڙ ۾ نه پاءِ"

نيوندرام ڳائيندو به هو ۽ هارمونيم به وڄائيندو هو. مان اُتي وڃي ڳائيندو هوس. ايتري ۾ شهر جي مگڻهارن سان به صحبت ٿي. مولود، مناجاتون به پڙهڻ لڳس. سمجهه وڌي ته ذاڪر به ٿيس. امام حسين جو ماتم، مرثيا، ۽ اوسارا به ڳايم. نغارا وڄايم. مٽي مٿي تي پاتم. ڪارا ڪپڙا پاتم. بس ڇهن ستن ورهين جي عمر ۾ ڀڳتيون ڀڏڻ، ميلا ڏسڻ، وڏن وڏن ڳوين، فنڪارن جي صحبت نصيب ٿي. راڳ اهڙو ته رنگ ڏئي ڇڏيو جو ويچاريون ڇڪلي واريون به مونکي ڀاڻ وٽ سڏي وِيهاريندڙيون هيون. ٻيو سڀ ڪجهه ڏنم مگر ٻچائي واري، ايڏي طوفان ۾ به ڪاريءَ زندگيءَ کان پناهه ڏني. جوارين، ملهن، گنڍي ڇوڙن، سيني سانَ صحبت هئي.

وڏڙن جي ڪري هندو ۽ مسلمان مونکي ڏاڍي عزت ڏيندا هئا. البت اُئين ضرور چوندا هئا ته هِنَ جا وڏا نمازي ۽ عالم ۽ هيءُ ڇورو وٺي راڳن جي پٺيان

ٻوڙندو ۽ سياست وارن سان هلندو. مڪيِ روچيرام، مامي ڪرم الله جو يار ته ڏاڍو ڪاوڙبو هو. خير ائين سياست ۾ اچي ويس ۽ هاڻي ذڪر ڪجي ڪجهه سياست جو. ٽئي درجي سنڌيءَ ۾ اٽڪل ١٩٢٠ع ڌاري جڏهن يارنهن ورهين عمر هئم تڏهن قومي تحريڪ زور ورتو ته مان سرڪاري اسڪول ڇڏي وڃي قومي اسڪول ۾ داخل ٿيس. ”مولانا شوڪت علي ۽ محمد علي جي جئه“ ”مهاتما گانڌيءَ جي جئه“. نعرا هڻڻ لڳس ۽ چرخو ڪتڻ لڳس.

١٩٢٧ع ڌاري نوشهري ۾ گانڌيجي آيو. مان مدرسي ۾ پڙهندو هئس. ڪيس ڏٺم ۽ ٻڌم. ”ڪئٽ انڊيا“ تحريڪ شروع ٿي ڪياٽين. اسٽيشن تي وڃي ڪانگريسي دوستن سان گڏ نعرا هنيم. عبدالرحيم گهوٽائي به گڏ هئو. سائمن ڪميشن اتان لنگهي، رهي هئي. مدرسي ۾ صبح جو پوليس آئي. استاد عثمان علي مونکي لڪائي ڇڏيو. ١٩٢٩-٣٠ع ڌاري جواهر لال نهرو اسان جي ڳوٺ واري اسٽيشن تان اچي لانگهائو ٿيو. منهنجي بزرگن سچانند ۽ نيوندرام سائيں سچائيپ ڪرائي. علي ڳڙهه ۾ ١٩٣٠ع ڌاري مولانا حسرت موهاني ۽ مولانا شوڪت علي ٻڌم ۽ ڏٺم. ١٩٣١ع ۾ لاهور مسلم ڪانفرنس ۾ شاگرد هئڻ ڪري شريڪ ٿيس. علامه اقبال ڏٺم ۽ ٻڌم. ڪراچيءَ جي انجنيري ڪاليج ۾ داخل ٿيس.

علي گڙهه ۾ سر راس مسعود وائيس چانسيلر ساڻ واقفيت ٿي. جڏهن ڪراچيءَ ۾ آل انڊيا تعليمي ڪانفرنس ۾ صدارت ڪرڻ لاءِ آيو ته سون ننڍڙي سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيو. سر ضياءُالدين علي گڙهه جو اڳيون پرو وائيس چانسيلر سو به مون تي شخصي طرح مهربان هئو. سر سليمان پڻ ڪنهن وقت وائيس چانسلر هئو. اهو ٻڌم ۽ ڏٺم. لارڊ ارون، سر راس به مسعود جو دوست ۽ هند جو وائسراءِ هو، تنهن کي ڏٺم ۽ ٻڌم. اهڙيءَ طرح زندگيءَ جا اٽڪل ٻاويهه سال پورا ٿيا. گهڻو ڪري سڄو هندستان گهميس. دهلي رستي تسي هوندي هئي. اتي اچڻ وڃڻ وقت ڪجهه وقت رهندو هئس. ننڍي هوندي جڏهن ٻارنهن ورهين جو هوس ته انگريزي اسڪول ۾ ويٺس. اتي ڊيسڪن تي اسٽيج ناهي، ٻاراڻا کيل ڪندا هئاسين. شيوو 'ٿاواٽي، گانڌي ٿيندو هو مان ۽ قاضي عبداللطيف شوڪت علي ۽ محمد علي ٿيندا هئاسون. اهڙيءَ ريت ۾ به سياست گڏ رهي. وري ڪراچيءَ موٽي آيس. انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخل ٿيس. پرنسپال گوڪلي صاحب هوندو هئو پاڻ مرهٽو هئو مگر سنڌ ۾ گهڻو وقت انجنيئر هئو. هيءُ صاحب سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جي باني مان هئو. منهنجي اسڪالرشپ ٽيهه روپيا پاڻ ڪٽندو هئو ۽ منهنجي ڪتابن ڪپڙن ۽ کاڌي جو خرچ پاڻ پريندو هئو، جيڪو اٽڪل هڪ سئو روپيا ماهيانو ٿيندو هئو. دل نه لڳي،

انجنيري ڇڏي وري اچي ڊي. جي ڪاليج ۾ سائنس ۾ داخل ٿيس. اتي به ساري هندستان جا ليڊر ايندا هئا، جن کي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ. سباش چندر بوس جي جلسي ۾ پوليس حملو ڪيو ۽ ڏنڊا ڪاڍيا.

بي. ايس. سي پاس ڪري ايل. ايل. بي ۾ داخل ٿيس. نوڪري به ڪندو هئس. پگهار چاليهه رپيا ماهيانو ملندي هئي پوءِ تڏهن ميٽن ٽائيپ رائيٽنگ سکيس. شارٽ هئنڊ به سکيس. سنڌ جو ڊي. پي. آءِ، جي. ايڇ. قاضي هو. جيڪو منهنجو نوشهري ۾ استاد به هو ۽ مونکي فري بورڊنگ ڏني هئائين. هن مونکي اسٽينو ڪري رکيو ۽ اسي رپيا پگهار ٿي. جناح صاحب به ڪراچيءَ ايندو هئو. ڪيس پارٽيون ڏيندا هئاسين. ساڳي وقت علامه آءِ. آءِ. قاضي به ولايت مان موٽي ڪراچي آيو ۽ اسان کي هر هفتي هدايت ڪرڻ لاءِ مسلم هاسٽل ۾ ايندو هئو. مولانا ابوالڪلام آزاد به اتي آيو. مان شرمساريءَ سان قبول ٿو ڪريان ته مون ان وقت سائڻ سخت لهجي ۾ ڳالهايو هو. اهڙي طرح مينارام هاسٽل، ۽ مسلم هاسٽل ۾ سياست ۾ بهرو وٺندو رهيس. وڪالت پاس ڪيم. نوشهري ۾ ڪم شروع ڪيم. جلد پنهنجي پياري دوست محمد يعقوب جيلاني جي چوڻ تي، شاڻس گڏ نواب شاهه ۾ وڪالت شروع ڪيم. محمد يعقوب خانبهادر نورنبي رٽائرڊ ڪليڪٽر جو پٽ هئو. خان بهادر مون کي به پٽن وانگر پاليندو هو.

طبيعت اهائي هئي- چورپڻ ۾ ڏڪا کائڻ ڪري ۽ ڪانگريسين سان گڏ هلڻ ڪري ملڪ ۽ ماڻهن سان محبت جا ونگ پئجي ويا- ١٩٣٣ع کان وٺي ١٩٤٥ع تائين خاڪسار تحريڪ ۾ رهيس- جي- ايم- سيد ۽ مير علي احمد ٽالپر به تحريڪ ۾ شامل ٿيا.

نوابشاهه ۾ ١٩٤١ع ڌاري، ڊاڪٽر هاسانند، ڪامريڊ عبدالقادر ۽ جمال الدين بخاري مون وٽ آيا- مونکي هاري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ڪيائون- خاڪسار تحريڪ سان به واسطو رهيو- ١٩٤٢ع ۾ بنگال ۾ ڏڪر پيو- علامه قاضي صاحب جي حڪم تي مان بنگال ويس ۽ ڪيترا مهينا اتي محمد علي پارڪ ۾ ڪئمپ لڳائي ڪم ڪرڻ لڳاسين- ڳالهه ته وڏي آهي، قصو مختصر، اتان ڊاڪا جا ٽي يتيم ٻار ۽ هڪ ڊاڪٽر فئملي سوڌو هالاڻيءَ پنهنجي ڳوٺ وٺي آيس- جن کي سنڀاليم.

هاڻي جلدئي هاري تحريڪ ۾ چست ٿي وياسين- هندو، سک، سامي، ساڌو، هاري تحريڪ ۾ شامل ٿي ويا هئا- هاري ڪاميٽيءَ جو بنياد جمشيد مهتا، پرنسپال گوڪلي، جي- ايم- سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، چيٿمل پرسرام، ڪامريڊ عبدالقادر ۽ ٻين ١٩٣٠ع ڌاري وڌو هئو- مقصد اهو هئو ته ٻٽريج واريون زمينون هارين کي ملن- اهڙي طرح هاري ڪاميٽي زور ونندي وئي- ان کان اڳ هاري ڪاميٽيءَ جو صدر سمورو وقت ڪامريڊ عبدالقادر رهيو.

٤٥-١٩٤٦ع ڌاري نوابشاهه جو ڪليڪٽر جنهن کي هاڻي ڊپٽي ڪمشنر سڏين ٿا، مسعود صاحب ۽ سانگهڙ جو ڪليڪٽر ڊامڪنسن ٿي آيا. ٻئي صاحب هارين جا ڏاڍا همدرد هئا. انگريزن جي حڪومت هئي. مگر جلسن، جلوسن جي خوب اجازت هوندي هئي. هنن صاحبن جي همدردي ۾ هيٺ اسان هاري ڪاميٽي پاران ٻٽائي تحريڪ شروع ڪئي. صيفنا صاف ٽيو حصو، پنجسمي ۾، ٻه حصا زميندار جا ۽ ٣ حصا هاري جا، خرچ لاڀن وغيره کان صفا جواب.

هاري تحريڪ زور ٺيندي وئي. آخر ١٩٤٥ع ڌاري سنڌ اسيمبلي جون چونڊون ٿيون. جنهن ۾ هاري ڪاميٽي چونڊن ۾ بهرو وٺڻ جو فيصلو ڪيو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي نوڪري ڇڏي اچي اسان سان هاري ڪاميٽي ۾ شامل ٿيو. ڪامريڊ حيدر بخش، مان، مولانا عزيزالله جروار ۽ ٻيا دوست هاري ٽڪيٽ تي اميدوار بيٺاسين. جلسن جي لحاظ کان هاري ڪاميٽي، ڪانگريس کان پوءِ ٻيو نمبر ڪامياب رهي پر اسان اليڪشن ۾ هارايو. هڪ اميدوار به ڪامياب ڪونه ٿيو. مسلم ليگ به مڪمل طرح ڪامياب ٿي نه سگهي. انهيءَ ڪري انگريز گورنر وڏي وزير جي صلاح سان جلدئي نيون چونڊون ڪرائڻ جو حڪم ڪيو.

لاڙڪاڻي ۾ مسلم ليگ جي ضلعي ڪانفرنس ٿي.

جنهن ڪيئي ڪامياب ڪرڻ لاءِ قاضي فضل الله ۽ محمد ايوب کهڙي وڏي ڪوشش ڪئي. چوڌري خليق الزمان انهيءَ ڪانفرنس جي صدارت ڪئي. اسان جا ترقي پسند دوست سڀ اچي گڏ ٿيا. فيصلو ٿيو ته انگريز هندستان جو ورهاڱو ڪرڻ گهرن ٿا. مسلم ليگ تي جاگيردارن ۽ زميندارن جو قبضو آهي. انهيءَ ڪري ضروري آهي ته ڪجهه دوست مسلم ليگ ۾ شامل ٿين. ڪامريڊ حيدربخش ۽ مونکي چيو ويو ته اسين مسلم ليگ ۾ شامل ٿي وڃون. اسين شامل ٿياسين. اسان ڪوشش ڪئي ته گهٽ ۾ گهٽ ڪامريڊ حيدربخش کي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊايون. مگر ٽڪيٽ نه ملي. ڪامريڊ مسلم ليگ ڇڏي ويو. مان ۽ ٻيا ڪجهه دوست مسلم ليگ ۾ رهياسين. نوابشاهه ضلعي ۾ مسلم ليگ لاءِ ڪم ڪيوسين. هتي به پنهنجو مضبوط گروپ ناهيوسين. مسلم ليگ تي اسان حاوي رهياسين. مون کي صوبي تي ميمبر چونڊيو ويو. اتان آل انڊيا ليگ ڪائونسل جو ميمبر چونڊيس. جي. ايم سيد ليگ ڇڏي ويو هئو. اسان پنهنجو گروپ ناهيو صوبي جي ڪائونسل جي ميٽنگ ۾ محترم محمد علي جناح سان هڪ ڊيپوٽيشن ليڊر جي حيثيت ۾ مليو هوس. اها ڊيپوٽيشن سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل چونڊي هئي. ان تي ظلمن جو داستان ڪيس ٻڌايم. هتي وقت ڪونهي جو سڀ ڪجهه لکجي. ١٩٤٦ع ۾ ضلع مسلم

ليگ ڪانفرنس ڪٺي سين. جنهن جي صدارت مولانا حسرت موهانيءَ ڪئي ۽ سوشلزم جو نعرو ڏنائين. مولانا منهنجي ساري هندستان جي سوشلسٽن سان سڃاڻپ ڪرائي. شري چندر بوس، سان خط و ڪتابت ٿي. اسان جلد آل انڊيا سوشلسٽ ڪانفرنس ۾ گڏ ٿيڻ وارا هئاسين. شايد مولانا جو اهو ارادو هئو ته هندو مسلمان گڏجي پاڪستان جي گهر ڪيون. جيئن پاڪستان سوشلسٽ پاڪستان هجي، پر ائين نه ٿي سگهيو.

آخر پاڪستان جو اعلان ٿيو. ماڻهن ۾ لڏ پلاڻ شروع ٿي. پنجابي پناهگيرن جون اٺ ڏهه فيمليون مون کي ڏنيون ويون، جن کي پنهنجي جاين ۾ رهايم ۽ اهي اچا هالائيءَ ۾ مقيم آهن. هندو اچا اتي هئا. مسعود ڪليڪٽر منهنجو دوست هئو. گڏجي ڪشمير کي هٿ ڪرڻ واري تحريڪ شروع ڪئيسون. سامان هٿ ڪيوسين. والنٽيئر گڏ ڪياسين. ڪجهه هٿيار به گڏ ڪياسين. سپاهي، بارود ۽ ڪپڙا به گڏ ڪياسين. سڀ ڪٺي جتي جا سالار بڻجي وڃي راولپنڊيءَ ۾ لٿاسين. سردار ابراهيم سان مليس. مونکي مجاهدن واري ڪئمپ ۾ رکيائون. ڪئمپ سناتن ڪاليج ۾ هئي. پٺاڻ مجاهد ۽ پنهنجو لشڪر به اتي هئو. مونکي ڪاليج جي اندر هڪ ڪوٺي ڏنائون جيڪا سڄي ڪيميائي مصالحن سان ڀربل هئي. پٺاڻ انهيءَ رات

ڪاليج ۾ اندر گهڙي پيا. اچي سائنسي اوزارن تــي ڪڙڪيا. هٿي سڀ ڀور ڪري ڇڏيائون. اٽڪل ويهن پنجويهن هزارن جو نقصان ڪيائون. مان سائنس جو شاگرد، مون سمجهيو ته هيءَ ڪيڏو نقصان پيا ڪن. جهاد تان دل ته اوڏي مهل ڪچي وئي. وري پلندڙي ويس. شام جو پناڻن اچي هڪ غريب ڪشميري کي ڦرڻ لاءِ ورايو. چيم ته جهاد هيءَ آهي ته هن غريب کي ڇڏايان. يونيفارم پيل هئم. وني انگريزيءَ ۾ گوڙ ڪيم. پٺاڻ ڀڄي ويا ۽ ڪشميري آزاد ٿيو. اٽڪل مهينو به اهڙا مشاهدا ڪندي گذري ويا. چيم ته هاڻي جهاد تي چڪو هل تــه گهوٽ پلاڻيون، اچي گهوٽ پهتس. نوشهري آيس. وڪالت واري آفيس ۾. ڀريم ڪلناڻي جو انوقت جج هئو. تنهن چيو ته اسان سخت خطري ۾ آهيون. هتي مون وٽ رهه. ان وٽ رهيس. چيائين: ”قاضي! تون جذباتي ماڻهو آهين. ڏسي آئين جهاد!“ وري هت، هندن جي لڏ پلاڻ شروع ٿي وئي. گانڌيءَ کي تارون ڪيم. جلسا سڏايم. خانواهڻ ۾ گانڌي آشرم کي بچائڻ جي ڪوشش ڪيم. رات جو هندن جي گهرن تي پهرو ڏنم. گوٺ گهوٽ ۾ جلسا ڪيم ته هندو سنڌ نه ڇڏين. اچا مسلم ليگ ۾ هوس. تڏهن به حڪومت کي ڪاوڙ لڳي. پير الاهي بخش ان وقت جي وزير ۽ مسعود ڪليڪٽر ٻنهي مونکي نوابشاهه گهرايو. دڙڪا ڏنائون ته هو مونکي ڪاٽ ۾ هڻندا

نہ تہ هندن جي پچر ڇڏيان. ٻئي طرف علامہ قاضي صاحب جن لکيو تہ جيڪي ڪجھ آهي ڪريان پيو اهو سچو اسلام آهي. مطلب تہ ڪشمڪش شروع ٿي وئي. هندن لڏڻ شروع ڪيو. اهو دردناڪ نظارو هئو. ٻئي طرف هندستان مان لڏاپل پناهگير هتي پهچڻ شروع ٿيا. تن کي وسائل وهارڻ پنهنجي ساهتيءَ اندر منهنجي حوالي ڪيو ويو هئو. مطلب تہ ٻنهي پاسي سور هئا. جيڪي لڏي ويا تن لاءِ بہ رنوسين، جيڪي ڏتڙيل حالت ۾ آيا، تن لاءِ بہ روڄو پيو.

جلدي سڄي پاڪستان جا ڪائونسلر گڏ ٿيا، جن ۾ مان بہ هوس. آل پاڪستان مسلم ليگ لاءِ صدر ۽ سيڪريٽريءَ جي عهدن جون چونڊون ٿيون، گورنر جنرل هائوس ۾ دعوت ٿي. اتي لياقت علي خان مونکي ڪاڏيءَ جي پوشاڪ ۾ ڏسي تعجب ۾ پئجي ويو ۽ هدايتون ڪرڻ لڳو. چوڌري ظفرالله ۽ غلام محمد ان وقت وزير هئا تن سان اتي ملاقات ٿي تہ ڪجھ خيالن جي ڏي وٺ ٿي. چوڌري ظفرالله جُو هيءُ چوڻ مونکي اڃا ياد آهي. "ملڪ جي فارين پاليسي، ملڪ اندر ڪيترو صحتمند آهي، ان جو ڏاڍو اثر ٿئي ٿو. ملڪ ۾ اونده تہ فارين پاليسي بہ اونده. ٻاهرين ملڪن ۾ ڪابہ عزت ڪانہ ٿي رهي".

مسٽر نورمحمد طوطل انوقت ڪليڪٽر يعني ڊپٽي ڪمشنر هئو. مون سان رفاقت ڪري، گڏ ڪم ڪندا

هئاسين. البت هو منهنجي هندن جي همدرديءَ وارين ڳالهين جي ڪري گهبرائجي ويندو هئو. تانورداس ڪنڊياري جو مختيارڪار هئو. اسين پنهنجي پناهگيرن جي آباديءَ جو ڪم گڏجي ڪندا هئاسين.

هندن جي لڏڻ ڪري گهر خالي ٿي ويا. سنڌ جون چاليهه سيڪڙو زمينون لاوارث ٿي ويون. هاري ڪاميٽيءَ جي بنياد جو ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي. هاري ڪاميٽي "جيڪو کيڙي سو کائي" نعرو پاڪستان کان اڳ ڏنيو هو. پاڪستان ٺهڻ وقت هاري ڪاميٽيءَ جو خاص عمل ڪونه رهيو. نه وري هاري ڪاميٽيءَ ڪو سنڌ ۾ هارين جي الاٽمينٽ لاءِ ڪو خاص ڀرپور ورتو. ڪجهه بيان بازيءَ ۽ نعرائن تائين عمل محدود رهيو.

مان مسلم ليگ ۾ هوس ۽ چڱا دوست مون سان شامل هئا. ڏٺم ته زميندارن جون نظرون هندن جي زمينن ۾ آهن ۽ هو اهي زمينون قبائڻ چاهين ٿا. کهڙو صاحب ان وقت وزير اعليٰ هو. مون ساٿيءَ ۾ تحريڪ شروع ڪئي ته هندڪيون زمينون سنڌي هارين کي ملڻ گهرجن. الاٽمينٽ شروع ٿي چڪي هئي. ڊپٽي ڪليڪٽرن منزلون ڪري هندڪيون زمينون الاٽ ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. زميندارن چالاڪي ڪري ڪوڙن نالن تي زمينون قبائڻ شروع ڪيون.

مان هارين جا جلسا ڪوٺايا. هاري هزارن جي

انداز ۾ جلسن ۾ شريڪ ٿيڻ لڳا. ”هاري حقدار“ جا نعرا شروع ٿي ويا. منهنجا پاڙيسري ۽ دوست زميندار مون تي ڏاڍو رنج ٿيا. حاجي غلام نبي ان وقت اسيمبليءَ جو ميمبر هئو- جنهن جي ڪاميابيءَ لاءِ اسان جي گروپ گهڻو ڀرو ورتو هئو. هو زميندارن جي اڳواڻي ڪرڻ لڳو. هارين جي جلسن ۾ زور ورتو. ساٿيءَ جا سڀ زميندار، منهنجا تمام پيارا دوست، کهڙي صاحب وٽ ويا ۽ وڃي مون تي پڪاريائون.

قريشي امير علي ڊپٽي ڪليڪٽر هئو، تنهن وٽ مان هارين جي گهرن لاءِ ويندو هئس ته الاٽمينٽ مورثي هارين کي ٿئي. ان ڏس ۾ هن منهنجي چڱي مدد ڪئي. هڪ ڏينهن ڪنڊياري ۾ سنڌس منزلگاهه تي ويس. ڪلي مون کي چيائين ته ”اڳ ته توسان همدردي هئي. مگر اڄ حڪومت جو حڪم مليو آهي ته توکي جيل ۾ اماڻيان! هاڻي جيل لاءِ تيار ٿيءُ!!

مون کيس جواب ڏنو ته ”حاضر آهيان“. چيائين ته ”پوليس وارو ڪونهي جو توکي جيل وٺي وڃي“. مون چيومانس ”ته ڪاغذ ڏيو ته مان پاڻهي وارنٽ کڻي وڃي ٿو جيل ۾ پوان“.

ڪانئس وارنٽ وٺي وڃي جيل ۾ داخل ٿيس. هيءَ خبر تڪڙو پکڙجي وئي- هاري سون جي تعداد ۾ جيل جي ٻاهران ڦرڻ لڳا. مون کين جهليو ته ڪنهن به جهيڙي فساد جو ضرور نه آهي. پوءِ ته ويچارا گلاب

جا گل ۽ ٻيون ڪئين ڪاٺ لاءِ ميوا مٺايون ڪٺي اچي ٻاهران ملندا هئا. زميندار دوستن وري مون وٽ جيل ۾ اچڻ شروع ڪيو. ميان عابد شاهه به مون وٽ آيو ۽ چيائين ته مان هي ڳالهيون ڇڏيان ته مان آزاد ٿي ويندس. مون ڪيس چيو ته هي 107 جو ڪيس آهي. مان جنهن وقت چاهيان آزاد ٿي سگهان ٿو. باقي هارين جي حقن لاءِ ساري عمر لڙندو رهندس. انهيءَ سڄي وقت ۾ هاري ڪاميٽيءَ طرفان مون وٽ ڪو به دوست ڪونه آيو نه ڪنهن مدد ڪئي. نئون ملڪ ٺهيو پئي سڀ پنهنجي پريشانين ۾ مبتلا هئا. آخر چند دوستن جي مدد سان حڪومت هيءَ پاليسي نيڪ نيتيءَ سان هلائڻ شروع ڪئي. زمين حقدار هارين کي ملڻ شروع ٿي. سڄيءَ سنڌ تي هن تحريڪ جو اثر ٿيو. هاري پنهنجي زمينن تي قبضو ڪري ويهي رهيا. ڇهه يا ست سال هارين چڱو اپايو ۽ سنڌ ۾ هيءُ نئون ڪلاس اڀرڻ لڳو. اٽڪل چاليهه سيڪڙو هاري، جيڪو ڪيڙي سو ڪاٺي واري اصول تي ڪاربند ٿي ويا ۽ سنڌ جو هاري وچولي طبقي ۾ وڪ وڌائڻ لڳو. پنهنجا گهر ٺاهڻ لڳو. ٻچن کي پڙهائڻ لڳو. گهر ۾ گلم، ڪرسيون ڪوپ، ساسريون به آنديائون. اٽڪل چار پنج سال الاٽ ٿيل زمين پنهنجي سمجهي ان کي سڌارڻ لڳا. محنت ڪري ڪمايائون ۽ خرچ ڪري ننڍڙا باغ، انبن، ليمن، ٿوتن، صوفن جون چڪيون هٿايائون. مان

هنن پنهنجن محنت وٽ ويندو هوس، سندن مهمان ٿيندو هوس. چوندا هئا ته پنجابي هاري وڏيڪ محنت ڪش آهي، پر سنڌي الائين انهيءَ چوٽيءَ کي ڪوڙو ٻڌائي ڇڏيو. برن ۾ بازارين تي وڃون. پيو وچولو طبقو به پيدا ٿي پيو. يعني ننڍڙو واپاري. وڏيرا ته جيڪي زمين مان حاصل ڪن سو وڃيو وڏن شهرن ۾ يا ولايتن ۾ خرچ ڪريو ڪپايو اچن. سنڌ جا سارو ڇڏهن ڪپن اباڻيون زمينون، جي وياج خورن هنن کان قرض ڏئي ورتيون هيون، آهي ڪين الاٽ تي مليون. اڳ وڏيرن جي جتين ۾ ويهندا هئا. هاڻي موٽرن ۽ ڪرسين جا مالڪ ٿيا. هتي جيڪي ڪمايو اهو ننڍن ڳوٺن يا وڏ ۾ وڏ ننڍن شهرن ۾ کپائڻ شروع ڪيو. چاليهه سيڪڙو هاري مڃي ماني‌ءَ وارو ٿيڻ لڳو.

انهيءَ زماني ۾ جيڪي وڏيرن، پيرن، زميندارن ڪوڙ ڪري زمينون حاصل ڪيون هيون، ڪنهن ڪوڙي وڪري جي رسيد ناهي، ڪنهن پاڻ کي هاري ٻڌايو، ڪنهن ڪوڙن نالن تي زمين ورتائي، انهن زمينن کي موٽائي هارين کي ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئيسون.

هيءَ تحريڪ پاڪستان ٿيڻ وقت شروع ٿي. مان جيتوڻيڪ مسلم ليگ ۾ هوس. تڏهن به نوان هاري ورڪر پيدا ٿيا، ڪي منهنجا پراڻا استاد عبدالخالق پيرزادو، ڪي مولوي صاحب، ڪي انسانيت جا همدرد. مطلب ته عجيب ماحول ٿي ويو. وڏيرن جون رياستون

ٻهڻ لڳيون. وچولتو طبقو ۽ هاري اٿڻ لڳو، چوڻ لڳو.

هيڏانهن وري هنن ورڪرن جي ٽولي جي مدد سان قبايلي ملڪيتون هٿ ڪرڻ شروع ڪيو سين. وڏيرن جون وڏيون دشمنيون شروع ٿي ويون. هڪ منهنجي تمام پياري دوست ۽ ورڪر محمد يونس پنهنجي ڀائٽن جي خلاف وٺائن هندڪي زمين هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪيس ۽ سندس ٻن ڀائرن کي خون جي ڪيس ۾ اڙايو ويو. ڪيس سيشن ڪورٽ ڦاهيءَ جي سزا ڏني. ٽنهي ڀائرن کي هاءِ ڪورٽ ۾ اپيل وجهي آزاد ڪرايم. چند زميندارن به پنهنجي ٻڌي ڪري اسان جي خلاف ڳالهيون گهڙڻ شروع ڪيا.

آخوند شفيع محمد دادوءَ سان کهڙي صاحب جي سالي خلاف اليڪشن ۾ بيٺو. آخوند شفيع محمد مسلم ليگ ۾ منهنجو رفيق هئو. آخوند صاحب کي پيپر پرڻ کان اڳ کٽايو ويو. مان انهيءَ روش تي اعتراض ونـي مسلم ليگ ڇڏي. هاڻي تـم هيڪاري سنڌ جي حڪومت اسان جي خلاف ٿي ويئي.

پلا ڦهاري ڪلاس جن غريبن جي خون تي ۽ هٿن کي ڇاهل رکي ملڻ، پيرن سان پائيمال ٿي، پنهنجي پيرن جي خاڪ ٻڻائي ڇڏيو هئو، اهي ڪيئن تا هنن کي خوش رهڻ ڏين.

جڏهن پاڪستان ٿيو تڏهن گهر، بنگلا، دوڪان، زمينون سڀ خالي پيون هيون. مان به هڪ وڏو مسلم ليگي هوس. مون وٽ هالائيءَ ۾ يوسف هارون، قريشي، ڊاڪٽر صديقي ۽ ٻيا وڏا ليڊر اچي مهمان ٿيندا هئا. تنهن ڪري وڏي رسندي پڄندي هئم. منهنجي پاڙيسري زميندارن مونکي چيو ته هيڏيون ملڪيتون پيون آهن! انهن کي هٿ ڪر.

اهو وقت هو جو پاڻ کي ڌاهي سگهيس ٿي- منهنجو پيارو دوست غلام رسول خان جتوئي جو خانبهادر امام بخش جو پٽ هئو. اڳ ۾ به وڏو زميندار هئو پر پاڪستان ٿيڻ ڪانپوءِ هن پنهنجي خاندان واسطي گهڻو ڪجهه ڌاهيو. ۽ مونکي پنهنجي طبيعت ۽ صحبت جا ورثي ۾ ملي هئي تنهن جي مهرباني- ٻي مهرباني خالق رب اڪبر جي ٿي جو منهنجي طبيعت ايڏانهن مائل نه ٿي پر چڪيءَ ۾ پيسجڻ لاءِ تيار رهي.

منهنجي گهر جي پرسان منهنجي هڪ هندو پيڙ هڪ اچو خوبصورت رڍو وڪرو ڪرڻ لاءِ منهنجي گهر موڪليو. منهنجي اڪين ۾ پاڻي اچي ويو ته اسين اهڙا ظالم آهيون جو هي اسان جون پيڙ ملڪ ڇڏڻ لاءِ تيار آهن پر اسان سان گڏ رهڻ لاءِ تيار نه آهن. گهر واريءَ کي چيم ته هيءُ رڍو نه وٺ. مان سڄي عمر انهيءَ رڍي جي ڪري پيو رڌندس. اسان رڍو موٽائي موڪليو پر ٻئي طرف جن به تورو گهڻو سامان هندن

جي گھرڻ مان خريد ڪيو، انهن جي هوس ايترو تہ وڌي وئي جو همراهہ وچي چورن ۽ زورين تي پھتاهہ ڏٺي ۽ مونکي انهيءَ مصيبت کان بچايو ۽ پاڻ کي ٿاهن جي بدران، مظلوم هارين کي ٿاهن جي ڪوشش ڪيم.

زميندارن خاص ڪري ساهتيءَ وارن سمورن زميندارن منهنجي خلاف مورچو ٺاهيو. ايمان اٿم تہ جي بہ انسان حق جي واسطي، پين جي ڀلائيءَ واسطي لڙن ٿا، انهن سان قدرت سدائين ساٿي آهي.

”سائيارا سڌ ڪيو، ايا چوڻم آءٌ،
هڪ تڪو ٿي ٿار وهي، پيو لڙ لهريون ۽ واءُ،
ساٿي جن الله، ٻجهان ٻڌيون ڪينڪي“ (لطيف)

مون تي پهريون حملو ڌاڙي جي ڪيس ۾ اڙائڻ جو ٿيو. هنن مون تي ڪيس ٺاهڻ جو منصوبو رٿيو تہ مون پنهنجن چئن پنجن عزيزن سان گڏجي، پاڙي ۾ وڃي بندوقون ڪڍي ميينهن جي ڦر ڪئي آهي. واردات جي تاريخ ڏياتين واري عيد جي ٺاهيائون. سمجهيائون تہ وڪيل ماڻهو هوئڻ تہ ڪورٽن ۾ هوندو، موڪل واري ڏينهن واردات ٺاهجي. پڻي طرف مان انهيءَ شام جو نوشهري مان هالائيءَ پيو اچان. نوشهري جي بس اسٽينڊ تي اچان پيو تہ وات تي آغا صاحب اسسٽنٽ انجنيئر مونکي جهلي پاڻ وٽ ويهاريو ۽ چانهہ پياريائين. هن کان موڪلائي اچان بس

اسٽينڊ تي آيس ته بس اڳ ۾ هلي وئي. پوءِ بچڙو
ڪري ويهي رهيس ته ايتري ۾ هڪ ماڻهو آيو جنهن
چيو ته هن جو ياءُ جيل ۾ آهي- ضامن ڪرائڻو آهي.
روپيا پنجاهه ڏنائين- موتي اچي مختيارڪار وٽ ضامن
جي درخواست وڌم- ڪوريجو غلام محمد تڏهن
وڪالت ڪندو هئو ۽ شايد سرڪاري وڪيل هو.
هاڻي سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ جج آهي. مختيارڪار صاحب
چيو ته ضامن سياڻي. ڪوريجي سان موتي سندس اوطاق
تي آيس. ڪوريجي چيو ته رات خان بهادر قاضي
غلام نبي (جيڪو ان وقت رٽائرڊ ڊي- پي- آء- هو-
هاءِ ڪورٽ جي هاڻوڪي جج، بي- جي- اين قاضي جو
پيءُ هئو) تنهن مختيارڪار صاحب جي رات جي ماني
جي دعوت ڪئي آهي ۽ توکي به دعوت ڏني اٿس.
تنهنڪري رات ترسي پئو- صبح جو ضامن ڪرائي
ڳوٺ هليو وڃجانءِ-" آخر پئي ماني کائي سمهي
پياسين- هن کي ننڊ هئي. مونکي اوچتو خيال آيو ته
رات وڃان ٿو ڳوٺ، صبح جو موتي ايندس- ڪوريجي
کان موڪلائڻ بنا تيلهو کڻي بس. اسٽينڊ ڏانهن روانو
ٿيس. جيئن ئي بس اسٽينڊ تي پهتس ته وري بس بس
اڳ ۾ هلي وئي. انهيءَ زماني ۾ مقرر بسون مقرر وقت
تي اينديون هيون. مطلب ته زميندار مونکي ڳوٺ گهلڻ
تي ۽ قدرت مونکي نوشهري ۾ ترسائڻ لاءِ ڪوشان
هئي. ڏاڍو شڪي ٿي سي موٽيس- وري وڃي ڪوريجي

صاحب وٽ پهتس. رات قاضي صاحب وٽ دعوت بــه کاڌم ۽ صبح جو اٽڪل ڏهين وڳي قيديءَ جو ضامن به ڪرايم. هيءَ جوابدار مون تي ڪوڙي فرياد ڪندڙ فرياديءَ جو ڀاءُ هو. هوڏانهن هنن وڏيرن ڪيس ناهيو ڏهين وڳي صبح جو، انهيءَ تاريخ تي مان ماڻهن سوڏو ڌاڙي ۾ شامل هوس. صوبيدار امــام بخش جوڻيجو، ڌاڙيو ڀاڙي هوندو هو- مون سان ڏند شيڪڻ جي روش هوندي هئس. ٻئي ڏينهن ڪٽي مونکي جيل ۾ وڌائين.

ڪيس آخوند صاحب وٽ (جيڪو هاءِ ڪورٽ جــو جج ٿيو ۽ اڄ ڪـان تورو اڳ وفــات ڪئي اٿس) هليو. ڪيس ڪوڙو ثـابت ٿـيو. شاهدن ڪـي ٽيپيون اچي ويون- انهيءَ مان به وڏيرا نه ڌاپيا- پيهر مونکي خون ڪرائڻ جي ڪوشش ڪرايائون. اهو به هڪ عجيب واقعو آهي. نوشري ۾ هئس سائيو ڪوريجي صاحب وٽ. بڌايومانس ته ٻئي ڏينهن مان ڳوٺان تي ڪراچيءَ ويندس. هن مونکي پنهنجي گهوڙي ڏنـي تـه مان ڪراچيءَ مان نهرائي اچان. واچ ٽيلهي ۾ وجهي هالائيءَ آيس. رات رهيس، ٽيلهو تيار ڪيم، پنهنجا ٽپڙ ٽاڙي تيار ڪيم. صبح جو موري ۾ ڪيس هئم. چيم ته شام جو موٽي ڳوٺ ايندس. رات رهـي صبح جـو محراب پور کان ڪراچيءَ روانو ٿي ويندس.

موري آيس- ميان الهه اوڀايو وڪيل به پنهنجي نئين موٽرڪار تي نوابشاهه مان اچي موري پهتو- چيائين

ته "نئين ڪار آندي اٿم. مون سان گڏ نوابشاهه هل".
ڳالهه ڪنائين. مان ها ڪري بنا سامان جي موٽر ۾
چڙهي پيس. اچي نوابشاهه پهتس. هتي منهنجو سهرو
رهندو هو. اتي رات رهي صبح جو ڪراچيءَ هليو
ويس. انهيءَ ساڳي رات وڏيرن جا موڪليل ڌاڙيل
منهنجي گهر پهچي ويا. چيائون ته پير زور اٿس. اڄ
ماڳ تي موڪليونس. هاڻي سمجهايوس ته هارين جي
همراهي ڇڏي ڏئي".
پيا ٽپڙ مون واري ٽيلهي سميت سڀ کڻيائون.
منهنجي جيجل امڙ کي لٺين جا ڌڪ هنيائون ۽ منهنجي
ياچائيءَ کي ٻه ڌڪ هنياڻون، جنهن ڪري هن حو
ڪچو پار ڪري پيو.
مطلب اهو هو ته مالڪ جي مهر ڪيڏو عجيب
ڪردار ادا ڪيو جو مان بچي ويس. ڪراچيءَ ۾ خبر
پيم. قاضي فضل الله وڏو وزير هو. ساڻس مليس. ڏاڍي
همدردي ڏيکاريائين. انهيءَ وقت ڊي ڪليڪٽر ۽
ايس. پي جي بدلي ڪيائين. نئون ايس. پي ۽ ڪليڪٽر
جيڪي بدلي ڪري نوابشاهه ۾ مقرر ڪيائين تن کي
منهنجي روبرو چيائين ته ڌاڙيل نه لڌا ته سندن خير نه
رهندو. خير منهنجي ياءَ غلط نالا ڏنا هئا. سچا ڌاڙيل
سڀ سوڌا لڌا، جن کي اسسٽنٽ سيشن جج غزنوي
صاحب سزائون ڏيئي ڇڏيون. مارڻ واري ڪان بچائڻ
وارو ويجهو آهي. هي ٻئي ڳالهيون تمام وڏيون آهن

پر هنن کي مختصر ڪري پورو ڪيان ٿو.

ڳالهه هيءَ آهي ته اڳواڻي ڪرڻ هڪ ڏکيو واپار آهي- اڳواڻ کي سختيون سهڻيون آهن، جيڪڏهن سختين سهڻ لاءِ ۽ قرباني ڪرڻ لاءِ اڳواڻ تيار ٿين ته اهڙين تحريڪن ۾ هزارها جانثار پيدا ٿيو پون.

مونکي ذاتي تجربو آهي- لسٽون جڏهن اردوءَ ۾ نهڻ لڳيون، لالا عبدالقادر ۽ ٻيا شاگرد بک هڙتال تي ويٺا. انهن سان غلام محمد لغاري ۽ مان به شامل ٿي وياسين- جڏهن اها خبر جهر جهنگ ۾ پکڙجڻ لڳي ته هر هنڌ ماڻهو بک هڙتال لاءِ تيار ٿي ويا ۽ تحريڪ وڃي ڪاميابيءَ کي پهتي نه فقط ايترو پر ون يونٽ به ٽوڙيو ويو.

ٻيهر شيخ مجيب وٽ ڍاڪا ۾ رهيل هوس- سال ١٩٧١ع مهينو مارچ ۽ تاريخ ٢٤ هئي- رات جو سڄي پاڪستان جا ليڊر سيني پارٽين مان سواءِ ڀٽي صاحب جي پيپلز پارٽيءَ جي- شيخ صاحب وٽ آيا- مان به عوامي ليگ جي طرفان شيخ صاحب سان گڏ هوس- فيصلو ٿيو ته يحيٰ خان سان سڀ گڏجي ملندا ۽ شيخ صاحب جيڪي چئي ٿو اهي گهرون قبول ڪرائيبيون صبح جو مون وٽ پروفيسر سر مظفر- شاهه باغ هوٽل ۾ ملڻ لاءِ آيو- چانهه وغيره پي مون ڪان موڪلايائين- چيائين ته پنهنجن ليڊرن يعني عبدالولي خان ۽ بزنجي کان موڪلائڻ لاءِ وڃي رهيو هو- هن

جي وچڻ کانپوءِ جنهن گهر ۾ ولي خان ۽ بزنجو رهيل هئا، انهن کي فون ڪيم. اهو بنگالي منهنجو پراڻو دوست هئو. جنهن ڪار موڪلي ۽ مان وڃي سندس گهر پهتس. ولي خان ۽ بزنجي چيو ته بنگالي ۽ پنجابي پاڻ ۾ ٺهي ويا آهن. هاڻي ننڍن صوبن جي تباهي اچڻي آهي ۽ هو هاڻي واپس وڃڻ لاءِ تيار ٿيا آهن. منهنجي دوست، سندن ميزبان کين چيو ته مونکي به وٺي وڃن.

ولي خان صدر يحيٰ کي فون ڪئي ته مونکي هوائي جهاز ۾ جڳهه ملي. پر اتان جواب مليو ته هوائي جهاز ۾ جڳهه ڪانهي. موٽي شيخ مجيب وٽ آيس. کيس ڊورايو ڊنم ته ”هو ته پنجابين سان ٺهي ويو هاڻي اسان پنهنجي قسمت تي روئون.“ مرحوم مونکي چيو: ”تون پليل آهين! تنهنجي سنڌ جا ليڊر سنڌ جي حقن کان انحراف آهن. مان ڇا ڪري سگهندس؟ هاڻي ته حالت بي آهي. جلد اسان بنگالين کي ڪهڻ لاءِ حڪم ٿيڻ وارو آهي. تون هاڻي پنجي وڃ“!

پڇيوماٽس: ”نذرالاسلام، تاج الدين، قمرالزمان ۽ ٻيا دوست ڪٿي“؟ چيائين ”اهي ٻاردر ٽپي هندستان هليا ويا! جو اسان سيني کي ڪسٽو پويو ها“. مون وراڻيو ”پوءِ شيخ صاحب! جڏهن مارڻ مارڻ لاءِ تيار آهن ته تون ڇو هتي ويٺو آهين“؟ ڪجهه مشڪي ۽ ڪجهه اکين ۾ پاڻي آڻي چيائين: ”مان بنگالين جو اڳواڻ

آهيان! مونکي پڇڻو ته آهي ته مونکي هنن سان گڏ مرڻو آهي".

انهيءَ کي چئبو آهي سچو اڳواڻ. ان جهڙي ئي سچو بنگال مٿس قربان ٿيڻ لاءِ تيار هئو.

زندگيءَ جون ڳالهيون ايڏيون ته گهڻيون آهن جو قلم لکي نٿو سگهي. خير اچون ٿا پاڪستان کان ٿورو اڳ ۽ ٿورو پوءِ واري زماني ۾. مسعود صاحب منهنجو پاڻ جهڙو دوست ٿي ويو هئو. همت وارو ڊپٽي ڪمشنر هئو. وري ساڳئي وقت نوابشاهه جو سيشن جج مرحوم محمد بخش به منهنجو مهربان دوست هو ۽ وڏي همت وارو جج هئو. هي ٻئي آفيسر وري هڪ ٻئي سان ڪين نڀائيندا جنهن کي مسعود جيل ۾ رکي ته محمد بخش آزاد ڪيو ڇڏي.

پاڪستان کان ٿورو اڳ ڪپڙي جي وڏي کوٽ هئي جا پوءِ به جاري رهي. ڊپٽي ڪليڪٽر آغا عبدالنبي هئو. ڪپڙي جي ورهاست ڪاردن تي ٿيڻ لڳي. ڇڪيءَ ڪم ۾ ٿيي پوڻ. منهنجي عادت هوندي هئي. ڪپڙو بلئڪ تي وڪامندو هئو. وڏيرا ائين به ڪمائيندا هئا. انهيءَ ڪري ڪپڙي جي ورهاست اڌي رات تائين هلندي هئي. مان هالائيءَ واري ڊيپوءَ تي پاڻ ويهندو هئس. وڏيرن کي اها ڳالهه نه وڻي. هڪڙي رات مان پنهنجي ڀاءُ قاضي غلام هاديءَ کي اتي وهاري گهر آيس. پويان غلام هاديءَ کي رت وهندو گهر کڻي

آيا. وڏيري. پنهنجي ماڻهوءَ هتان ڪيس متي ۾ سرهڻائي هئي. چاڪاڻ ته وڏيرن جي روزگار تي لت اچي وئي هئي. غلام هادي تڏهن شاگرد هئو.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ مون ۽ مسعود صاحب "چرخا تحريڪ" شروع ڪئي. گانڌيجيءَ جي طريقي جيان ته ماڻهو پاڻ اٽن ۽ پاڻ پائين. ضلعي جي زميندارن به هٿي ڏني، چاڪاڻ ته وقت جو ڊپٽي ڪمشنر سو به مسعود جهڙو ماڻهو انجو اڳواڻ هو.

چرخن جي نمائش نوابشاهه ۾ ڪئيسون. مونکي آل پاڪستان چرخا تحريڪ ڪاميٽيءَ تي ميمبر ڪري کنيو ويو ۽ انهيءَ ڪاميٽيءَ جو اڳيون گورنر جنرل غلام محمد (تڏهن فنانس وزير) چيئرمين هو. گڏجائين ۾ ويندو رهيس. سردار عبدالرب نشتر وزير به ان ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو.

اڳي ذڪر ڪري چڪو آهيان ته مسعود صاحب ۾ پيون کهڙيون به ڳالهيون هيون. مگر هو هارين جو سچو همدرد هئو. منهنجي ساڻس گهٽي رفاقت هئي. مونکي پنهنجو ياءُ ڪري سمجهندو هو. اڄ تائين اسان جا ساڳيا تعلقات آهن. سندس هڪ ورڪر دوست ڪرجت بمبئيءَ جي طرف جهلجي پيو. مونکي هن جي چڏائڻ لاءِ بمبئي موڪليائين. دوست ڏي خط ڏنائين. انهيءَ بهاني سان گجرات، مرهٽا صوبن جو چڪر ڏنم. مٿيرا به ويس. انهيءَ وقت هندو مسلم فساد هئا.

وچڻ ڏاڍو مشڪل هئو، ويس پر سندس دوستن مون کان آزاد نه ٿي سگهيو.

مسعود جي ڪوشش سان هارين جي بهتريءَ لاءِ سنڌ سرڪار "هاري ڪميشن" مقرر ڪئي، جنهن جو مسعود ميمبر هئو ۽ مان شاهد هوس. مسعود جو اختلافي نوٽ مشهور آهي.

مٿي لکي آيو آهيان ته ڪيئن مون تي خوني حملي جي سازش ناڪامياب ٿي. سيٺي جي صلاح تي ته هارين جي ڪمن واسطي ۽ پنهنجي وڪالت جي ڌنڌي جي خيال کان نوابشاهه وسائجي ته چڱو، اچي وري نوابشاهه کي ماڳ بڻايم.

اتڪل ۱۹۵۲-۵۳ع ڌاري ٽنڊي ۾ ساليانڪي "هاري ڪانفرنس" رکي وئي. محترم جي. ايم. سيد جي محنت ۽ محبت سان ڪانفرنس لاءِ چڱا دوست پهچي ويا. مولوي نذير حسين، شمس الدين شاهه، علي احمد قريشي، دوست محمد ابڙو، مولوي عزيز الله، حافظ نيڪ محمد فضلي، شيخ محمد رمضان، اوستو محمد، ڪامريڊ عبدالقادر، علي محمد بروهي، رئيس بروهي، بهادر خان ڪلوئي، غلام حسين سومرو ۽ ٻيا ڪيترا دوست اچي شريڪ ٿيا.

حيدربخش جتوئي انهيءَ وقت جيل ۾ هئو. جي. ايم. سيد جي مرضي هئي ته ڪامريڊ عبدالقادر کي صدر چونڊيو وڃي. انهيءَ ڳالهه تي هاري ڪاميٽيءَ

اندر اختلاف ٿي پيو. شمس الدين شاھ وڪيل سکر، دوست محمد ابڙو وڪيل لاڙڪاڻو، علي احمد قريشي وڪيل دادو، مولوي نذير حسين، علاؤالدين، مولوي عزيزالله سومرو غلام حسين ۽ ٻيا دوست مونکي صدر چونڊڻ جا حامي هئا. آخر چونڊ ٿي ۽ مونکي صدر چونڊيو ويو. مگر جي. ايم. سيد کي اها ڳالھ نہ وڻي ۽ هڪڙي هاري ڪاميٽي ٺاهي، جنهن لاءِ پهرين مان بہ ڪميٽيون ٺهڻ کان اڳ بہ ڪوشش ڪئي هئي. جنهن ۾ ڪامريڊ حيدربخش ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ترقي پسند دوست سپ ڪامريڊ عبدالقادر واري گروپ سان ملي ويا. ٻن هاري ڪاميٽين جي مقابلي ڪري ڪم ڏاڍو وڌيو. اسان سڄي سنڌ ۾ پکڙجي پياسين. مهيني ۾ بہ هاري ڪانفرنسون ضرور ٿينديون. سڄي سنڌ ۾ اهڙيون ڪانفرنسون ٿيڻ لڳيون. جتي ڪٿي "هاري حقدار" جو نعرو لڳڻ شروع ٿي ويو. اسان جي گروپ ۾ سڀ محنتي هاري ليڊر گڏ ٿي ويا. جن ۾ مٿين ذڪر ڪيل صاحبن ڏاڍي جفاڪشي سان ڪم ڪيو. اسان هڪ هفتيوار اخبار بہ ڪڍي ۽ هاري ڪاميٽيءَ جو آئين بہ ٺاهيوسين.

انهيءَ وقت جي گورنر دين محمد اسان جي گروپ جي دوستن کي گهرايو. ان وقت هو سنڌ جو ڪرتا ڌرتا هئو. وزارت ڪانہ هئي. مونکي پرسان ويهاري چيائين تہ ڪيڏي نہ شرم جهڙي ڳالھ آهي جو توهان هڪ ماڻهو بہ چونڊائي نہ سگهيا هاڻي اچ تہ توکي ڪهڙي

صاحب جا هارين جي فائيل تي نوٽ ڏيکاريان!“ هي هارين جا دشمن آهن. مان چاهيان ٿو ته اهڙو ٽيننسي ايڪٽ ٺاهيان جنهن سان هارين کي ڪجهه فائدو پهچي. ٻيءَ طرح هي حڪومتون زميندارن جون آهن. هارين لاءِ ڪجهه ڪين ڪندا.

انهيءَ کان اڳ مسعود صاحب جي معرفت چوڌري محمد عليءَ سان، جو ان وقت سڄي پاڪستان جو سيڪريٽري جنرل هئو، مليس، ان وقت اچرج ۾ پئجي ويو جڏهن مون کيس چيو ته ”پاڪستان ڪونهي. هتي وڏيرن جون ننڍيون ننڍيون رياستون آهن“.

دين محمد اهو ماڻهو هو، جنهن کي لياقت علي خان گورنريءَ تان لاهي ڇڏيو وري جڏهن شيخ دين محمد سان مليو ۽ کيس چيائين ته هو وري گورنري يا ڪو ٻيو عهدو قبول ڪري. دين محمد کيس ورائيو ”خواجا صاحب! هڪڙو فقير ڪشمير جي راجا وٽ سوال ڪٽي ويو ته راجا مونکي هڪ لک روپيا ڏي. راجا فقير کي ڏسي ۽ سندس سوال ٻڌي حيران ٿي ويو. حڪم ڪيائين ته هڪ لک روپيا ڪٽي اچو. خزاني مان لک روپيا اچي ويا. راجا جي اڳيان رکيائون. راجا فخر سان چيو. ”فقيرا! ڇا ياد ڪندين ته اهڙو راجا هئو جنهن توکي هڪ لک روپيا ڏنا!“ فقير راجا جو غرور ڏسي رنج ٿيو. راجا کي چيائين: راجا! فقير کي تنهنجي لک روپين جي پرواهه ناهي. راجا! تون به ڇا ياد

ڪنهدين، ته اهڙو به فقير هو جو لک روپين کي لت هڻي ڦٽو ڪري هليو ويو! وٽ پنهنجا لک روپيا" فقير ائين چئي موٽي هليو ويو. خواجا صاحب مان فقير آهيان. مونکي تنهنجي گورنري نه گهرجي."

کهڙا وقت هئا ۽ ڪهڙا ماڻهو هئا. مگر اڄ سموري سرڪاري طاقت وڏيرا شاهيءَ کي قائم دائم رکڻ لاءِ سڀ ڪجهه ڪري رهي آهي. اڄ هاري نه جلسو ڪري سگهن ٿا نه هاري اخبار ڪڍي سگهن ٿا. سچي اڌ صديءَ جي محنت رائيگان وڃي رهي آهي.

ميان افتخار الدين وچ ۾ پيو ۽ هاري ڪاميٽيءَ جي ٻنهي گروپن جي وچ ۾ ناهه ٿيو. ڪو به عهدو سنڀالڻ هڪ وڏي جوابداري آهي ان لاءِ وڏي جفاڪشي ۽ محنت گهرجي. ڪامريڊ عبدالقادر ۽ ڪامريڊ حيدربخش کي صدارت هٿ ڪري خدمت ڪرڻ جو شوق هئو. سو ان چاهيو ٿي ته صحيح جمهوري طريقي سان تحريڪ هلي ته چڱو. ان ڪري هاري ڪانفرنس ٽنڊي جام ۾ رکيسين. ڪامريڊن پاڻ ۾ مقابلو ڪيو. ڪامريڊ حيدربخش صدر ۽ غلام حسين سومرو سيڪريٽري چونڊجي آيا. مان محترم حيدر بخش کي صدارت جي چارج ڏني. منهنجا گهڻا دوست منهنجي ان روش تي رنج به ٿيا پر مون ائين مناسب سمجهيو. انهيءَ ڪانپوءِ نه سالياني هاري ڪانفرنس ٿي ۽ نه وري مرڪز ۾

چونڊون ٿيون. چنانچه ٿي بند ٿي. حاڪم به زور وارا آيا.
انهيءَ ڪري هاري ڪاميٽي صحيح ڪم نه ڪري
سگهي. تنهن هوندي به ڪامريڊ حيدر بخش جيسيتائين
جيئرو هو، گهٽ ۾ گهٽ "هاري حقدار" نعرو
ته زنده هئو.

هارين جي همدردي ۽ هارين جو ڪم مون ڪونه
ڇڏيو. جلد هندڪيون زمينون ڪليمن ۾ وڃڻ جو
امڪان پيدا ٿيو. ڪاٿ ڪهاڙا ڪجهي ويا ته اهي زمينون
ڪليمن تي ملن. سنڌ جا زميندار جن کي اچي خوف
ورتو ته سندن زمينون به هاري گهرندا. هنن به هارين
کان زمينون ڪُسي ڪليمن کي ملڻ لاءِ ڪوشش ڪئي
ته جيئن ڪليمن، کان هو زمينون خريد ڪري هارين
کي نابود ڪري سگهي.

اسان جو سڄو ڪيل پورهيو ختم ٿي رهيو هئو.
ڪامريڊ حيدربخش ۽ هاري ڪاميٽي، بيان بازي ۽
پمفليٽ بازي چڱي ڪئي مگر اثرائتو ڪم ڪري نه
سگهي. وري مٿان ون يونٽ جو ڳڙو به ڪرڻ شروع
ٿيو. ان وقت سنڌ عوامي محاذ جو جنرل
سيڪريٽري هوس ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي صدر هئو.
محترم جي. ايم. سيد اسان جو اڳواڻ هو.

قصو تمام وڏو آهي. خير ون يونٽ جي خلاف
تحريڪ هلائيسين. نوابشاهه شهر ۾ هڪ تمام وڏو جلسو
ٿيو جنهن ۾ خان عبدالغفار خان، مولانا ڀاشاني، شهيد

حسن ناصر، محمودالحق عثماني، ميان افتخارالدين، محمود علي قصوري ۽ سڀ پاڪستان جا قومي ۽ ترقي پسند ليڊر گڏ ٿيا سڀ ۽ سنڌ ۾ جلسا ڪيائين. ان وقت پير زادو عبدالستار وزير اعلي هئو. اسين ڪراچي ۾ پيرزادي صاحب جي بنگلي تي هئاسين. هو رات جو ڏهين وڳي گورنر جنرل غلام محمد سان ملاقات ڪري موٽيو. جي. ايم. سيد، شيخ عبدالمجيد، مان، قاضي عبدالرحمان ۽ ٻيا دوست سندس انتظار ۾ هئاسين. اچي ٻڌايائين ته "غلام محمد مونکي چيو ته ون يونٽ کي قبول ڪريان ته پوءِ مونکي ون يونٽ جو وڏو وزير ڪندا. نه ته استيفا ڏيان!"

مان سنڌ پنهنجي هٿن سان ڪونه وڪڻندس. مان ڪين جواب ڏئي آيو آهيان. هاڻي استيفا ڏيان يا موقوف ٿيان؟"

شيخ صاحب انگريزن ۽ هندن جي سياست جو واقف ڪار ماڻهو هئو. پاڻ ڏند پيڙي ڏاڍي ڪاوڙ مان چيائين. "پير زادا! توکي گهڻائي ۽ جي پيرائي آهي، تنهن ڪري تون استيفا جو تو ڏين! موقوف توکي غلام محمد ڪيئن تو ڪري سگهي"!

پر هتي ڇتڪو ڏنو هئو. هڪ وڳي اتي ئي ويٺا هئاسين ته خبر پئي ته پيرزادو موقوف ۽ کهڙو چيف منسٽر.

قاضي عبدالرحمان مونکي ڇيو ته هاڻي پير زادي

جي حڪومت ختم ٿي. هاڻي کهڙي صاحب جي
حڪومت آهي. هاڻي ڏسئون ته ڏيئن ٿا جلسا ڪيو.
مون ڪيس چيو، هاڻي ته ضروري آهي ته تحريڪ هلايون.

چوٿين پنجين ڏينهن جي. ايم. سيد کي وچي جيل
جي حوالي ڪيائون. ٻيا دوست ڀڄي ويا. مگر پروگرام
رکيل هئو. ان ڪري ميان عليم طاهر، محمد حسن
هاري ورڪر ۽ محمد يعقوب هاري ورڪر، ويگن ڪاهي
لائوڊ اسپيڪر هڻي ڪراچيءَ مان نڪتاسين. ڪنهن به
دوست هٿ ڪونه ڏنو. چڪر هڻندا، جلسا ڪندا،
ڪوٽڙي، حيدرآباد، دادو ۽ ٻين ننڍين ڳوٺن مان ڦرندا
وڃي لاڙڪاڻي پهتاسين. اتي به وري اچي ساٿيا پراڻا
ساٿي هاري ورڪر، مولوي عزيزالله، دوست محمد ابڙو،
عبدالغفور پيرگڙي، سڀ اچي مليا. جلسو ڏاڍو ڪامياب
ويو. کهڙي صاحب ۽ انور عادل ڊپٽي ڪمشنر مونکي
لاڙڪاڻي ۾ قيد ڪرايو. قاضي فضل الله همدرديءَ جو
پيغام موڪليو. مان وڃي لاڙڪاڻي ۾ قيد ٿيس. ٻن
مهينن ڪان پوءِ ڪامريڊ جتوئي به جهلجي آيو ۽ اچي
مونسان گڏيو. جسٽس محمد بخش ۽ ويلاني صاحب وٽ
هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس هليو. هنن مونکي آزاد ڪيو.

ون يونٽ ته ٿي ويو ۽ الاٽي هارين ڪان زمينون
ڪسجڻ لڳيون. سورن جي زندگي جيل مان آزاد ٿيڻ
سان پوري ڪانه ٿي. وري الاٽي هارين جا گهر برباد
ٿيڻ دل سهي نه سگهي. هاءِ گهوڙا شروع ڪئيسين.

بنگالي پائر اسان سان گڏ هئا. ڪليمن زوريءَ پوليس جي مدد سان هارين کان قبضا ڪسڻ شروع ڪيا. سرهاري، پرسان هارين جا گهر ساڙيا ويا. لنڊي جي پرسان به اهڙيون واڌاتون ٿيون. گهر به هارين جا سڙڻ وڙي ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسجن به هاري. اسان هاري ورڪر به جيلن ۾، حيدربخش جتوئي ۽ غلام محمد ٠وارا به جيلن ۾. ڏاڍو ڏکيو وقت اچي ويو.

مان عوامي ليگ جو، شهيد سهروردي‌ءَ جي زماني ۾ سنڌ جو جنرل سيڪريٽري هوس ۽ مير رسول بخش سنڌ جو صدر هئو. سهروردي اسڪندر مرزا جي قبضي ۾ اچي ويو ۽ ون يونٽ ۽ آمريڪا جي حمايت ڪرڻ لڳو. اسان جي گروپ، مولانا ڀاشاني، عثماني، جنرل اڪبر جنجوعا، ميجر اسحاق، مير رسول بخش ۽ ٻين ڪيترن رفيقن عوامي ليگ ڇڏڻ جو ارادو ڪيو. آخري وقت ۾ سيني دوستن سهروردي صاحب جي مخالفت ۾ ڳالهائڻ لاءِ مونکي مدعو ڪيو. سهروردي صاحب جو وزير اعظم هئو ۽ سنڌس بنگلو ۾ هئو ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ هئي. جتي منهنجي مخالفتي تقرير جا آخر لفظ هي هئا: ”اڄ سهروردي تو اسان جو منهن به ڪارو ڪيو ته پنهنجو منهن به ڪارو ڪيو!“

بس منهنجو ايترو چوڻ ۽ سهروردي صاحب جو ڳاڙهو ٿيڻ. چوڻ لڳو: ”گهر به منهنجو، گاريون به مونکي مان!“ رڄ چڱو مڙس هئو. مون چيو: ”سهروردي

صاحب! اسان توکان پرمٽون کونه ورتيون، توکان
ليسن ڪونه ورتاسين. اسان پنهنجي رت سان هيءَ پارٽي
ناهي هئي، اسان اهو به نه چئون"!

جواب ڏنائين "بلڪل نيڪ، توهان مون مان ڪوبه
شخصي فائدو ڪونه ورتو. يلي توکي حق آهي. جيتريون
گاريون ڏيڻ، اوتريون ڏي"!

عوامي ليگ ڇڏي، ڍاڪا ۾ نيشنل عوامي پارٽي
ناهيسين. جنهن جو صدر مولانا ڀاشاني ٿيو ۽ سنڌ ۾
شيخ عبدالمجيد صدر ۽ مونکي جنرل سيڪريٽري چونڊيو
ويو. ترقي پسند دوست به سڀ اچي اسان سان شامل
ٿيا، ڇو ته وڏي هاري ڪاميٽي نهي وئي.

هارين تي اهسي ظلم ڏسي اسان تحريڪ شروع
ڪئي. لنڊي ۾ هڪ وڏو جلسو سڏايوسين، جنهن جي
صدارت مولانا ڀاشانيءَ ڪئي ۽ بنگال جا اسيمبلي ميمبر
عورتن سميت هن جلسي ۾ شامل ٿيا.

مولانا ڀاشاني وڏي همت وارو ماڻهو هئو. ڏاڍڪي
سان تقرير ڪندي چيائين: "ڪسي ڪي بـاپ
کي زاگير نهين"! سرڪار جو دم گهٽجڻ لڳو. ون
يونٽي حڪومت هئي. شايد ڀڏائين، شهدادپور ۾ جج
هئو ۽ سيشن جج مولا بخش لغاري هئو. مولا بخش
ڪاليج جي وقت کان وٺي منهنجو ڏاڍو پيارو دوست
هئو ۽ دل رکندڙ ماڻهو هئو. ڪلهي ڪورٽ ۾ سيشن
ججيءَ جي زماني ۾ بعضي بعضي جهڳهڪي اچي

ويندي هئس- پڇري ۾ ڪو مهاجر شاهد اردو ڳالهائيندو هئو ته چوندو هئو: سنڌ ۾ هيترا سال رهندي ٿيا اٿئي- اڃا سنڌي ڪين سکئين"!

مونکي چيمبر ۾ چوندو هئو. "قاضي صاحب! دل تي سڙي- توهان جيل ۾ وڃو ۽ مان توهان کي آزاد نه ڪري سگهان- توهان جيل ڪاٽيو ۽ اسين ڪجهه نه ڪيون! جيڪي به هاري پوليس جيل ۾ وجهي، يا جن جا نالا فرسٽ رپورٽ ۾ هجن، انهن سڀني جي ضامن جون درخواستون ڪر- مان سڀني کي آزاد ڪريان!"

رحمتون هجن ههڙن ماڻهن تي- جهيڙو هلندو هليو- جيڪي گهر الاٽي هارين جا نهيا هئا- حن ۾ منهنجو به ڪجهه حصو هئو- اهي جلن ته پوءِ:

"ايڏو سور. سهي، جيئندس ڪيئن جتن ري."

آخر خيال ڪيم ته چڱو آهي ته انهيءَ جيئڻ کان مري وڃجي- عيد گاهه نوابشاهه ۾ منهنجي موٽر جو تنبيلو هئو- جتي هاري ڪاميٽيءَ جي آفيس به هئي- اتي مرڻ پرت رکيم- هارين ۾ چرپر شروع ٿي- ماڻهن جا ميڙ گڏ ٿيڻ لڳا.

اٺ ڏهه ڏينهن روزو هلايم- عثماني ڪراچيءَ مان آيو ۽ ٻيا دوست سڀ اچي گڏ ٿيا- حڪيم محمد معاذ اسان جو رفيق ۽ جهونو خلافتي هئو- سڀ مڙي آيا- نوابشاهه ۾ هارين جو جلسو ٿيو ۽ مون کان روزو

ڇوڙايائون- عثماني صاحب، عزيزالله بخاري ۽ هنن
ڪامريڊن صلاح ڪئي ته بي طرح هلچل هلائي وڃي-
خير سرڪار تي ڪو خاص اثر ڪونه ٿيو- هيڏانهن
الاٽي هارين جون دانهون، ڪوڪون، بي دخليون، دل
کي آرام نه پيو اچي- ان وقت نوابشاهه جو ڊپٽي
ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر قاضي سڄيڏنو هئو- رڄ چڱو مڙس ۽
قومي درد رکندڙ ماڻهو هو- سانگهڙ ۾ مان کهڙي صاحب
جي جڏهن مخالفت ۾ اليڪشن جي سلسلي ۾ ويس
تڏهن کهڙي صاحب چيس ته قاضي فيض محمد کي
جيل ۾ وجهه- انڪار ڪيائين ۽ پوءِ مونکي کهڙي
صاحب زوريءَ ڪڍايو ۽ سانگهڙ کان ٻاهر اچي ڇڏيائون-
مرحوم جتي به هوندو هئو ۽ جڏهن به ملندو هئو ته
پڇندو هئو ته تحريڪ جو ڪهڙو حال آهي؟

الاٽي هارين جي تحريڪ وقت هاري ڪاميٽيءَ ۾
رهيس- مگر پاڪستان پارٽيون پنهنجي ترقي پسند
دوستن جي صلاح ۽ پنهنجي ضمير موجب بدلائيندو
رهيس- رفيقن جو سدائين ساٿ نه رهيو- ساڻن اختلاف
به رهيا- هميشه هو مون سان هم خيال نه رهيا ۽ نه
وري مان ساڻن هم خيال رهيس- مگر هارين جي تحريڪ
۾ ساڻن رفيق ٿي ڪم ڪيم ۽ هنن مون سان گڏجي
ڏونگر ڏوريا.

سيني دوستن، رفيقن کي چيم ته سول نافرماني
ڪجي- ڪامريڊ عزيزالله، ڪامريڊ بخاري، عثماني

صاحب، ڪامريڊ سوڀو، ڪامريڊ ٻوهيو ۽ ٻيا دوست تن مون سان شموليت ڪئي. ان وقت مان نيشنل عوامي پارٽيءَ جو ميمبر هوس. هاري ڪاميٽي وارن دوستن پنيرائي نه ڪئي. ڇاڪاڻ ته اهو هاري ڪاميٽيءَ جو فيصلو نه هئو. نيشنل عوامي پارٽي ۽ محترم جي. ايم. سيد وارا ڏاڏو ڇڙيا. ته هي ٻئي لغام ماٺهو آهي! جيئن وڻيس تو تيئن ڪري. تو. پارٽيءَ جي صوبائي اليڪشن تي ته جي. ايم. سيد ڪامريڊ غلام محمد لغاريءَ کي جنرل سيڪريٽري ڪون لاءِ رٿ ڏني. سول نافرماني هارين جي شروع تي وئي هئي. سان حاضر ڪونه هئس. پرپٽ سوڀي گيانچندائي ۽ امداد محمد شاهه (جي. ايم. سيد جي فرزند) منهنجو نالو پيش ڪيو. مقابلو ٿيو ۽ مونکي گهڻا ووٽ مليا. مطلب ته پنهي جماعتن جن سان منهنجي گهري وابستگي هئي، تن ڪابه مدد نه ڪئي.

سٿين چند دوستن سان گڏجي پروگرام ٺاهيوسين. مونکي ان وقت شورليٽ ڪار هئي. تيل سهانگو هو. ڳاڙهي هارين جي ڳوٺ ۾ ايڏو هلايم، جو منهنجي موٽر تي ”هارين جي موٽر“ نالو پئجي ويو. نوابشاهه ضلعي ۽ سانگهڙ ضلعي ۾ ڳاڙهي ڏاڍي هلايم. سول نافرمانيءَ جي تحريڪ لاءِ هارين ڏي پنڌ ڪيم. آخر فيصلو ٿيو ته هڪ الاٽي هارياڻي جنهن کي بي دخل ڪيو ويو وڃي. اتان تحريڪ شروع ڪجي. هي گهر محراب پور

جي پرسان هئا. ڪئمپ لڳائڻ کان اڳ ضلعي عملدارن کي اها خبر پئي جن انهيءَ ايراضيءَ سان ١٤٤ قلم لاڳو ڪيو. رات جو انهيءَ ماڳ جي گهر ڏانهن وياسين. سامان سان پريل موٽر اتي اچي بيهارپسين. رات جو اسان کي خبر پئي ته ١٤٤ قلم لاڳو آهي. خيال ڪيوسين ته صبح جو ئي سڀ ٻـڌياسين. تنهن ڪري رات ئي رات جو اتان ٽپڙ کنياسين. ڪئمپ اهڙي هنڌ ڪرڻ جو ارادو ڪيوسين، جتي ١٤٤ قلم لڳل نه هجي ۽ اتان والنٽيئر محراب پور موڪلي ١٤٤ قلم جي ڀڃڪڙي ڪئي وڃي. تنهنڪري محراب پور کان ٻـاهر اٽڪل ميل کن پنڌ تي، وڏي شاخ جي ڪپر تي ڪئمپ لڳـائيسين. شاخ جي ڪپر تـي محراب پور هالاڻيءَ واري رستي جي موريءَ پـرسان ڪئمپ جو نالو رکيوسين ”ابوذر غفاري“ ڪئمپ. تنبو وغيره ڪونه هنيوسين، باقي گلم وڇاياسين. گرميءَ جي مند هجي. شاخ جي ڪپر تي گهاٽن وڻـن جي ڇانو هوندي هئي- ۽ اها وقت سان ڦيرو ڪائيندي هئي ۽ اسان جا گلم ۽ بسترا به ان موجب ڦرندا رهندا هئا. ڪم ڪرڻ سان رفيق پيدا ٿيندا آهن. قرباني ڏيڻ سان شيدائي پيدا ٿيندا آهن. جڏهن سڀ لاڳاپا لاهي، سنياسي ٿي وڃي شاخ جي ڪپر تي ويٺاسين. جهنڊا لڳاياسين. ڪپڙي جا بينر لڳي ويا. جهڙو تهڙو ميلو لڳي ويو. خاص عملي ڪم ڪندڙ رفيق پيدا ٿيا، جن

سيني مان ناميارو، نهنو ۽ قرباني‌ءَ جو پتلو محمد هاشم
گهانگهرو اسان سان شامل هو. هيءُ دوست مولانا
عبيدالله سنڌيءَ جو معتقد هئو ۽ آهي. ڪئمپ تي
چاليهه پنجاهه ماڻهو هوندا ئي هوندا هئا. تن جي ماني
ڪرائڻ هن پنهنجي مٿي تي ڪئي. ساڌس گڏ گهنشام،
نانگراج، واحد بخش ۽ ٻيا ڪيترا دوست، اتان جا
هاري، محراب پور جا ٻيا سياسي ورڪر سڀ شامل ٿي
ويا. اهڙن ورڪرن جو انداز ٽيهه چاليهه ٿي ويو. مٿيان
ذڪر ڪيل ڪامريڊ به بسترن سميت ڪئمپ ۾ اچي
رهيا. ڏاڍو عجب وقت هو. هميشه خطرو هئو ته
حڪومت ڪئمپ تي حملو نه ڪري. شاباس هجي
قاضي سچيڏني کي جنهن اسان تي ڪو به قدم نه کنيو.
البته منهنجي هڪ دوست اسدالله شاهه سان شڪايت
ڪيائين ته "قاضي صاحب کي ٻيو ضلعو ڪونه سجهندو
هو اچي هن ضلعي ۾ گوڙ ڪيو اٿس. جيل ۾ ته
وجهانس. ته به ڪارو منهن جي نه ٿو قدم کڻان ته
حڪومت ٿي ڪاوڙجي. مٿان حڪم ٻيا اچن ته هن
کي جيل ۾ رک پر لکي موڪليو اٿمان ته جيستين
ڌائين پاڻ قاعدي جي پڪڙي يعني ١٤٤ قلم جي
انحرافي نه ڪندو، تيستين ڪيس جيل ۾ ڪونه
اماڻيندس". اهو ون يونٽ جو وقت هئو ۽ شايد قزلباش
وڏو وزير هئو.

جيتوڻيڪ اسان جي ڪئمپ جي ايراضي، محرابپور

سان بلڪل لاڳو ٿئي ٿو ١٤٤ قلم ڪئمپ سان
لاڳو ڪونه ڪيائين. نـاهي لوڪي تحريڪ شروع
ڪئي هئيسين. اسان کي انهيءَ وقت قـاضي سچيڏني جي
سچائيءَ جي خبر ڪانه هئي. اسان جو حڪومت سان
جهيڙو هئو. تنهنڪري هميشه اونو رهندو هئو. اسان
اهو فيصلو ڪيو ته جي ڪئمپ جي اپراضي سان
١٤٤ قلم لاڳو ٿيو ته ”هاري موٽر“ پيئي آهي. اتان
چار ڄڻا ۽ بسترن کي ڪلهن ۾ ويڙهي ڪاهي لڳندي.
هارين جا جٿا اچڻ شروع ٿيا. روزانو هڪ يا ٻه، پنجن
ڇهن جا جٿا موڪليندا رهياسين. اهڙي طرح سان سول
نافرماني ڪندي ١١١ الائي هاري جهلجي پيا. جن تي
جيل جي سزا ۽ ڏنڊ پوڻ لڳا.

پنهنجي جٿي کي بيج هٿي موڪليندا هئاسين. ڪين
هار پارائيندا هئاسين. شهر محراب پور ۾ هارين حقدار
جي نعري جي گونج لڳي پئي هوندي هئي. اڪ پوت
وارو قصو هوندو هو. پوليس تيار ٿيو بيٺي هوندي
هئي ته ڪڏهن ۽ ڪٿان ٿو جٿو محراب پور ۾ داخل
ٿئي. ماڻهن جا هجوم لڳي ويندا هئا جڏهن ڀي سورهيه
هٿڪڙيون پائڻ لاءِ شهر ۾ گڏ ٿيندا هئا.

عجب جي ڳالهه آهي ته هن تحريڪ ۾ قرباني
ڏيندڙ سڀ هاري گڏ هوندا هئا. ۽ اٺين پنج يا ڏهه
ماڻهو روزانو جيل ۾ ويندا رهيا. ڪو خاص اثر نه
ٿيو جو اسان جون گهرون منظور ٿين.

هاڻي هارين تي ڏنڊ پيا. تن جي وصوليءَ لاءِ ڏاڍن، ڏکين ڏورن جي نيلام ٿيڻ جو انديشو به پيدا ٿيو. سڄي سنگت فيصلو ڪيو ته هن رفتار سان حڪومت تي اثر ڪونه پوندو. تنهن ڪري ڪو وڏو حملو ڪجي. مان پنهنجي موٽر تي چڙهي هارين جي ڳوٺن ۾ ڦرڻ لڳس. اهڙو اعلان ڪيوسين ته فلاڻي ڏينهن هڪ هزار هارين جو جٿو گهرجي، جن سان مان به گڏ هوندس. اهو ڏينهن آيو. ڪندياري جي پرسان بئريج وٽ منزل رکيسين. هاري هزار مڙي نه سگهيا. مگر ٽي سو کن هاري اچي شامل ٿيا ۽ جيل وڃڻ لاءِ تيار هئا منهنجو ساڻن وعدو هئو ته مان به ساڻن گڏ جيل ۾ ويندس مگر هزار هاري گڏ ٿي نه سگهيا. سڄي سنگت جي ميٽنگ ٿي جنهن ۾ منهنجو ياءُ قاضي غلام هادي به هئو. فيصلو ٿيو ته ٽي سو ماڻهو ۽ مان جيل ۾ وڃون. سرڪار اسان کي بند ڪندي ۽ تحريڪ زور نه وٺندي، نڪي حق حاصل ٿي سگهندا. اسان جو چوڻ هئو ته الاٽ ٿيل زمينون الاٽي هارين کي ڪنهن شرط سان ملڻ گهرجن. آخر فيصلو ٿيو ته سول نافرماني بند ڪجي ۽ جيڪي هاري جيل ۾ ويا آهن، انهن جا جيڪڏهن ڍڳا ڍور نيلام ٿيا ته پوءِ تحريڪ کي وڏو ڌڪ لڳندو. انهن کي آزاد ڪرائجي ۽ ڏنڊ به معاف ڪرائجن. وري اچي قاضي سچيڏني ڊپٽي ڪمشنر وٽ اپيلون وڌم. سيني هارين کي آزاد ڪيائين ۽ ڏنڊ

ٻه معاف ڪيائين، اهڙي طرح سان هيءُ مقابلو اسان جي فائدي ۾ ڪونه ويو پر تڏهن بہ هيءَ پهريون دفعو هئو جو هاري پنهنجي حقن لاءِ قرباني ڪري رهيا هئا.

مايوسي ڪانہ ٿي. سوچڻ لڳاسين ويچارو پاڪستان جنهن جي واڳ اهڙن ماڻهن جي هٿ ۾ اچي وئي، جن جو زمين سان ۽ عوام سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هئو. هنن کي پنهنجا پيٽ پرڻا هئا. هنن کي حڪومت گهربي هئي. زميندار، جاگيرداري گهربي هئي. هن ڪلاس چاهي هتان جا يا ٻاهريان مڙني گڏجي ڪوشش ڪئي هئي تہ تحريڪ ڪامياب نہ ٿئي. جيڪڏهن هيءَ تحريڪ ڪامياب ٿئي ها ۽ هنن جي دماغ ۾ ڪا سمجهہ اچي ها تہ پاڪستان جا هي برا حال نہ هجن ها. سنڌ هيئنئن دربدر نہ ٿئي ها. هن وقت تائين زميندارين ختم ٿي وڃن ها. ”جيڪو کيڙي سو کائي“ وارو اصول ڪامياب ٿئي ها. زميندارين، پيرين مريدين، ختم ٿي وڃن ها، هي زمين سرسبز ٿي وڃي ها. حقدارن کي حق ملي وڃن ها. علم جا درياهہ سيني لاءِ کلي وڃن ها. محنت ڪش ملڪ جا مالڪ هجن ها. هي جواري، دغاباز دوکيباز ختم ٿي وڃن ها. هي مذهب جي نالي واپار ٻہ ماڻهو ڪمائن، ماڻهن کي دربدر ڪرڻ، چورن ۽ ڌاڙيلن کي پناهہ ڏيڻ، سڀ ڪجهہ ختم ٿي وڃن ها.

پاڪستان، پاڙيسري ملڪن ۾ هڪ مثالي رياست هُجي ها. اڄ نه اسان کي آمريڪا کان پنڌو پوي ها نه رشيا کان، ڊپ جو سبب هجي ها ۽ نه وري هندستان سان ڪو جنگ جو امڪان هجي ها. اندروني اونداهه ڪري چڏي. اڄ ڇا تي رهيو آهي؟ سياڻي ڇا ٿيندو. تنهن ڪي ڏسندي دل ڏکيو وڃي.

"هُهڙا هاڃا ٿين، ٻري اهن پنيور ۾؛
"وٺي ور نه پون، سٽي ملن نه سپرين"۔ (لطيف)

ويهن ۾ ڪيئن اچي. هڪ ون يونٽ جي اونداهه ٻيو هارين سان هاڃا. دل ڪيئن سهي. سنگت سان گڏجي فيصلو ڪيوسين، هلو نه هلي مرڪزي حڪومت تي حملو ڪريون. اسين غريب هاري ڪهڙو حملو ڪيون. فيصلو ٿيو نه هڪ تاريخي جلسو ۽ جلوس ڪراچيءَ ۾ ڪيو وڃي. نه من مرڪز وارن جا ڪن کلن. ڪجهه ڪراچيءَ جي ماڻهن کي به خبر پوي نه غريب هارين سان ڇا ٿي رهيو آهي.

انسانذات جي هن سفر جي ٻيڙي جو سفر ڪوئي روڪي نٿو سگهي. ارتقا منزل بمنزل هلندي هلي ٿي. جيڪي انهن سان گڏ نه هلندا، جيڪي ويهي رهندا يا مخالفت ڪندا سي ڳري مري ويندا. هن تحريڪ کي به اڄ ڏڍي گهٽ چوٿو صديءَ جو گذري چڪو آهي. اڄوڪي منزل انهيءَ منزل کان نرالي آهي. اڄ پنج ميل في سيڪنڊ جي رفتار آهي. سچ جي اس جي

گرمين مان برف پيدا ڪئي وڃي ٿي. انهيءَ سڀ جي اڻ وسيلن هوائي جهاز اڏامڻ لڳا آهن: ماڻهو پر ٻڌي هڪ سؤ ميل ڪلاڪ ۾ اڏام پوري ڪرڻ وارو آهي. اڳڪيهين صديءَ ۾ چا چا ٿيندو. اهو هن دنيا تي نئين نرالي دنيا بنائي ڇڏيندو. انسان جي دوستن، رفيقن کي جن جي دل ۾ انساني همدردي آهي. سڄي مخلوق جي ڀلي لاءِ سوچ آهي. انهن کي گهرجي ته پنهنجي عوام کي پڙهائن، ٻڌائن. هنن کي انقلابن لاءِ تيار ڪن. جيسين ماڻهن جي سوچ ۾ انقلاب نه ايندو، جيستائين هن کي بت پرستي، قبر پرستي، پير پرستي جي لعنتن کان آزاد نه ڪبو، جيستائين ملن جي گنڊ مان هنن کي نه ڪڍبو، تيستائين انقلاب نه ايندو. پر جي ٻاهران انقلاب اندر گهڙي اچي ته ان کي هلائڻ مشڪل ٿيندو: ماڻهو معاشري جي مشين جا پرزا آهن. هر هڪ پرزي کي صفا ڪرڻو پوندو. اجاين وسوسن جي ڪوڙڪيءَ مان هنن کي ٻاهر ڪڍڻو پوندو. سائنسي حقيقتن جي هنن کي چاڻ ڏيڻي پوندي. هي ڪوڙ جو ٻوٽو هيءَ سماج ضرور ڊهڻو آهي. دين جو نالو هن کي بچائي ڪونه سگهندو. صرف ڪلمي پڙهڻ سان ڪجهه ڪونه ٿيندو. سڄي ڪائنات ۽ ڪائناتن جو مالڪ علم آهي. عمل آهي. اٽر قانون آهي. نمازن ۽ روزن سان هيءَ اٽر قانون ميٽجي ڪونه سگهندو. نه وري هُت مغل شهنشاهي دور واري خوشامند هلي سگهندي.

اسان جي حاڪمن کي خيال آهي ته ٿوري خوشامند ڪجي- پوءِ ڪٿي انسانيت جي تباهي ڪيتري به ڪئي وڃي اها سڀ معاف ٿيندي- ميوا مکڻ اچي هنن جي وات ۾ پوندا- هيءُ سڀ ڪوڙ آهي، ننگي آهي- عمل ڪانسواءِ، علم ڪانسواءِ اتفاق کانسواءِ ڪجهه به نه آهي-

نئين نسل ۾ موتجهارو پيدا ڪيو پيو وڃي- سڀ ڪو موڙن، وزارتن جي نشي ۾ مخمور آهي- سچي زندگي خدمت خلق، حق جي ڳولا، وطن جي زمين ۽ ماڻهن سان محبت رکڻ ۾ آهي-

عقل ڪان جي انڌا آهن، انهن عوام کي تباهه ڪيو آهي- سوچ ۽ سمجهه جا دروازا چند خاندانن کان سواءِ ٻين جي لاءِ بند آهن- جيڪڏهن انهيءَ سوچ جي درياهه کي بند ڪيو ته اسين مري ويندا سين- ٻڏي ويندا سين- درياهه اڳتي وهي ويندو- پر هتي اسان وٽ اونداهي آهي- ڪير ٿو هنن ڳالهين جو فڪر ڪري-

ها! ڪراچيءَ ۾ جلسي ۽ جلوس لاءِ تاريخون مقرر ٿي ويون- پروگرام ٺهي ويو- هيءُ ١٩٥٧-٥٨ع جو زمانو هئو- ڳوٺ ڳوٺ ۾ گهڙي پياسين- سڄي سنڌ ڦرياسين منهنجي آسماني رنگ جي شورليٽ موٽر، تمهن کي پڇايوسين- پوسٽر، اخبارن ۾ اشتهار، بيان بازي، اخباري پروپئگنڊا- پريس ڪانفرنسون- اسان هاڻي اها گهر ڪئي ته الاٽي هارين کي الاٽ ٿيل زمينون، مناسب اگهن تي

وڪيون وڃن. ڪليمن کي يا ته رقم ڏني وڃي يا
بڻريج واريون زمينون ڏنيون وڃن. جنهن جي قيمت
الاٽي هاري ڀريندا. انهيءَ طرح اسان گهرون شروع
ڪيون. الاٽي هاري ۽ سندن همدرد سنڌ جي ڪنڊ
ڪڙڇ مان اچڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ذڪر ڪيل دوستن
ڏاڍي جفاڪشي ڪئي. هائي لياريءَ جي پرسان هڪ
وڏو ميدان جلسي ۽ هارين جي ڪئمپ لاءِ هٿ
ڪيوسين.

ضلعي ضلعي جي واسطي ڌار ڌار تنبو هنياسين.
انهن کي اولا ڏناسين. وڏو شاميانو جلسن ۽ ميٽنگن جي
لاءِ هنيوسين. اسٽيج ٺهيسين. هاري زالن لاءِ ڌار تنبو
هنيوسين. تاريخ کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ هارين اچڻ
شروع ڪيو. تنبن تي ضلعي ضلعي جو نالو هنيوسين.
اندر گلر وڇاياسين. باقاعدي والنٽيئر پنهنجي ڊيوٽين تي
لڳي ويا. مقرر تاريخ کان اڳ هاري، هاري عورتون
سنڌ مان ڪراچيءَ پهچي ويون. سڀ ڪنهن جٿي کي
جهنڊا ۽ پوسٽر هئا. جيئن جيئن ٻاهران جٿا پيا اچن ته
ڪئمپ وارا، هاري سندن آمد تي نعرا پيا هڻن. هڪ
عجيب زندگي پيدا ٿي رهي هئي. ڏاڍو جوش ۽ همت
پيدا ٿي رهي هئي. سنڌ جي غريب سڀاجهڙن هارين جو
ڪراچيءَ ۾ گڏ ٿيڻ هڪ عجيب نظارو هئو. هتي سنڌ
جا مظلوم ڪراچيءَ ۾ اچن ۽ گهات مٿي ڪري هلن،
خود هڪ انقلاب هئو. صبح جو جلوس ڪڍڻو هئو.

هڪڙي پوڙهي هارياڻي تنهن کي جلوس جو سرواڻ ڪيو سين. ڪيس هڪ ڪاپيل رڪشي ۾ وهاريو سين. جنهن کي هارين هٿ سان ڌڪڻ شروع ڪيو. اهڙي طرح ٻيون هارياڻيون به ڪليل رڪشائن ۾ وهنديون ويون ۽ رڪشائن جي هڪ وڏي قطار لڳي وئي. مرد هاري سي به جٿا ڪري قطار ۾ هلڻ لڳا. مٿان تن جي پوسٽر ڪپڙي تي ڏنڊي ۾ ٽنگي هاري ڪٺي هليا. جهنڊن جي به لهر لڳي وئي. رمضان شيخ ۽ ٻيا هاري ورڪر، هارين جا ترانا ڳائيندا هليا. بندر روڊ تان به هي جلسو هليو. ڪراچيءَ ۾ سنڌي پٺڪا ۽ اجرڪ تن هلچل مچائي ڇڏي.

سڄي شهر کي سڄو ڏينهن چڪر ڏنو سين. هي هارين جو تاريخي جلوس هيو. آخر جلوس خير خوبيءَ سان اچي موٽي ڪئمپ تي پهتو. رات جو جلسو هيو. جنهن جي صدارت شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ڪئي. محترم جي. ايم. سيد ۽ ٻيا نيشنل عوامي پارٽيءَ جا پڻ شريڪ ٿيا. تقريرون ٿيون، نعراءَ پاس ٿيا. رات جو گهڻي وقت تائين جلسو هليو. هاري عورتن ۽ مردن کي به ڳالهائڻ جو وارو مليو. سڀڪو پنهنجي سمجهه آهر ڳالهائي رهيو هيو. هيترن ماڻهن جي رهڻ جو بندوبست، ماني جو بندوبست، شاباس هجي ساٿين کي جن راتين جون راتيون جاڳي هن جلسي کي ۽ جلوس کي ڪامياب بنائڻ جي ڪوشش ڪئي.

محمودالحق عثماني جو انوقت نيشنل عوامي پارٽيءَ جو سنڌي پاڪستان لاءِ جنرل سيڪريٽري هو. تنهن اسانجي چڱي خاصي مدد ڪئي. خليلي صاحب جو انوقت الاتي واري پورٽ فوليي سنڌي پاڪستان جو سيڪريٽري هو. تنهن سان ملڻ لاءِ عثماني صاحب وقت ورتو، هن وقت ڏنو. عثماني صاحب ۽ مان وٽس وياسين. چڱو ۽ بامروت ڏسڻ ۾ پئي آيو. اسان جي سموري ڳالهه سمجهيائين. پنهنجو يعني حڪومت جو طرف به اسانکي سمجهايائين. اسان سان همدرديءَ سان پيش آيو. اسان واري رٽ ڪيس وٺي. چيائين ته 'اها رٽ مان صدر کي پيش ڪندس. مان توهان سان متفق آهيان ۽ ڏاڍو خوش ٿي موٽي آياسين. اها خبر هارين کي ٻڌائيسين. رفيقن کي به اها ڳالهه وڻي.

ٻئي ڏينهن تي صدر ۾ جلسو رکيوسين ان ڏينهن شام جي وقت صدر پاڪستان اسڪندر مرزا سان ملاقات رکيل هئي. شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمودالحق عثماني ڪامريڊ عبدالقادر ۽ مان ڊيپوٽيشن ۾ هئاسين. اڳئين رات واري جلسي جي اجازت لاءِ به ملاقات ڪرڻي هئي. وقت تي وڃي پهتاسين. اسان جي سجاڳپ ٿي. فائيل وٽس اڳ ۾ رکيل هو. گهڻو وقت بحث هليو. ڪلاڪ وٽس ترسياسين. چوٿون حصو صدي جو گذري ويو آهي. ڪجهه وسري به ويو آهي. آخر ۾ مونکي مخاطب ٿي چيائين ته "منهنجي آفيس ۽ سيڪريٽري صاحب ته

اوهان جي راءِ سان شامل آهي. مگر مصيبت اها آهي
ته توهان جا سنڌي اسيمبلي جا ميمبر، سنڌ جا زميندار هن
رٽ جي سخت برخلاف آهن. مان توهان لاءِ ڪوشش
ڪندس. اڄ قزلباش اولهه پاڪستان جي وڏي وزير کي
فون ڪري گهرايانئو. ان سان ڳالهايو ته چڱو ٿيندو."
ٻاهر آفيس مان نڪري اسان کي رخصت ڪرڻ لاءِ
آيو. جڏهن سنڌس جڳهه کان ٻاهر نڪري آياسين ته
ٻين منهنجي ساٿين سان هٿ ڏيئي موڪلايائين. مونکي
هٿ کان جهلي بيهي رهيو، ٿورو پري ڪري چيائين
"قاضي صاحب! نعري بازي، جلسن جلوسن مان ڪجهه
ڪونه ٿيندو. جيستائين رٽ نه ڏيندؤ ۽ رٽ نه وهائيندؤ
تيستائين ڇا ٿي سگهي ٿو؟ وڃو وڃي قرباني ڏيو
منهنجيون همدرديون توهان سان آهن."

سوچيم ته پاڪستان جو صدر هيترو همدرد هجي
ته پيو ڇا گهرجي. بس پوءِ ته صدر واري جلسي ۾ اچي
شريڪ ٿياسين. جلسو رات جو ٿيو. اهائي مائي هن جلسي
جي صدر بڻائيسين. مون صدرصاحب جي تعريف ۾، دونهان دار
تقرير ڪئي ۽ سندس ڏاڍي تعريف ڪئي. مون مرڻ
مارڻ واري ڳالهه مخفي رکي. حيران ۾ هوس ته اسڪندر
مرزا ايڏو، چڱو ماڻهو ۽ اسان جو ايڏو همدرد؟ خير
سان جلسا جلوس ختم ٿيا، مان ڪراچيءَ ۾ رهي پيس،
قزلباش جي ملاقات واسطي. ملاقات ڪانه ٿي ڪانفرنس
ٿي. تاريخ ۽ وقت مقرر ٿيو. اولهه پاڪستان جو وڏو

وزير اچي ويو. مان ۽ ڪامريڊ عبدالقادر الاڻي هارين
جي طرفان ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿياسين. ٻئي طرف وڏي
وزير سان ريهبليٽيشن کاتو اچي پهتو. جنهن جي اڳواڻي
انور عادل ڪري رهيو هو. گهڻو بحث مباحثو ٿيو.
ڳالهائيندي ڳالهائيندي مجلس تي جوش چڙهندو ويو.
انهيءَ وقت فيروز نون وزير اعظم هو. جنهن کي
شڪايت هئي ته هيءُ معاملو وٽس پيش ڪرڻ گهربو
هو ۽ نه صدر اسڪندر مرزا وٽ. ڪانفرنس اٽڪل ٻه
يا ٽي ڪلاڪ هلي. سوال جواب ٿيا. آخر هلندي هلندي
انور عادل جو سڄي سرڪاري عملي جو سرڪردو هو
تنهن پڙڪو کاڌو. چوڻ لڳو، اردوءَ ۾: 'قاضي صاحب!
جڏهن اهي زمينون هندن وٽ هيون تڏهن توهان جو هيانءُ
ڦريو پئي. هاڻي جڏهن اهي زمينون مسلمانن کي ملن ٿيون تڏهن
توهانجو هيانءُ ڇو ٿو سڙي! هي مسلمان هندن جهڙا ٻه
ڦاهن چاڙ؟' بس انور جا اهي اکر ٻڌي منهنجو جيءُ جلي
ويو. پاڻ تي ضابطو رکي نه سگهيس. اردوءَ ۾ جواب
ڏنومانس 'صاحب! انهيءَ جي معني هيءَ ٿي ته جيڪڏهن
هندن اسانکي پيڙيو پئي ته هي بيا ماڻهو مسلمانيءَ جي
نالي ۾ پيڙڻ گهرن ٿا. هندو سنڌ جا باشندا هئا. جهڙا
اسين سنڌي سنڌ وطن جي ڪري مالڪ آهيون. اهڙي
طرح سنڌي هندو به سنڌ جا مالڪ هئا. هنن سنڌ ڇو
ڇڏي؟ انهيءَ لاءِ ته هنن مان جيڪي وياج خور هئا،
پنهنجي شخصي فائدن ڪري، غريب هارين کي نپوڙيو

هو. انهيءَ ڪري هنن جو هني رهڻ تان اعتماد ٽٽي پيو ۽ هندستان هليا ويا. هاڻي جيڪڏهن اهو ڪلاس، خون چوس مسلمانيءَ جي پوشاڪ ۾ توهان پيدا ڪري رهيا آهيو. اهو سٺو ڪونهي. انهن خلاف ڪو انقلاب آيو. هندن لاءِ ته هندستان هو، هنن نون زميندارن لاءِ ته عربي سمنڊ وچي باقي رهندوا"

ٿوري رنج دلي پيدا ٿي- قزلباش چيو تـہ اسين هنن ڳالهين تي غور ڪنداسين. اهڙيءَ طرح ڪانفرنس ختم ٿي وئي، مون تي اسڪندر مرزا جي ڳالهہ ڏاڍو اثر ڪيو. اڃا انهيءَ منزل تي هئاسين تہ اوچتو اعلان ٿيو تہ مارشل لا لڳي ويو آهي. وزارتون وغيره سڀ ختم. هاڻي ڏڌن سان حڪومت ڪئي ويندي. ماڻهن کي ڏرا لڳڻ شروع ٿيا. پوءِ دماغ ۾ ڳالهہ ويٺم تـہ اسڪندر مرزا کي اسان سان همدردي ڪانہ هئي پر هن کي خون خرابي ڪراڻي هئي تـہ جيئن آسانيءَ سان مارشل لا لڳائي ملڪ جو ڪرتا ڌرتا پاڻ ٿي ويهي. اوچتو اوچتو پاڳيا اچي در تي بيٺا تہ بڌ ٽپڙ، سنڌي جيل ڏي.

هن دفعي روش بي هئي. ڪوڙي قلم ١٠٨ هيٺ هيٺ ڪيس نه هي، ڪامريڊ آزاد ۽ مونکي نوابشاه جي جيل ۾ هنياڻون. پيو ڪيس تنبي آدم ۾ داخل ڪياڻون تہ ١٤٤ قلم جي پيچڪڙي ڪري ڪنهن وقت لائوڊاسپيڪر لڳائي سانگهڙ ضلعي ۾ ڦري رهيو هوس.

جڏهن حاضرين تي ويندو هوس تہ هٿ ڪڙيون

به هٿندا هئا ۽ چيلهه سان رسو به ٻڌندا هئا. وري وچي سينٽرل جيل سکر ۾ رکيائون. جتان ڪيسن جي تاريخن تي پيا گهلي ايندا هئا. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ سيفٽي ايڪٽ هيٺ بند ڪري ڇڏيائون. ڪوڙا ڪيس انهيءَ لاءِ ڪيا هئائون جو اچا سيفٽي ايڪٽ حڪم ڪونه پهتا هئا. تنهنڪري مون کي ۽ عبدالخالق آزاد کي ٻڌڻ جو ٻيو طريقو ئي ڪونه هو. جسٽس انعام الله ۽ جسٽس وحيدالدين وٽ منهنجي پاران رٽ پٽيشن داخل ڪئي. جسٽس وحيدالدين سرڪاري وڪيل کي دٻ ڪڍي چيو ته 'مان قاضي صاحب کي سڃاڻان. هو نهايت شريف ماڻهو آهي. هاڻي پنهنجي حڪومت کي وڃي چئو ته جيڪڏهن ڪيس آزاد نه ڪندا ته ڪيس آزاد ڪري ڇڏيندا سين."

ڇهن پنجن مهينن ڪانپوءِ هن دڙڪي هيٺ حڪومت مون کي ڇڏي ڏنو. آءٌ اچي گهوٽ پهتس. ڪوڙا ڪيس سالن تائين هلندا رهيا. هاڻي مارشل لا لڳي ويو. حڪومت کي جيئن وڻيو تيئن ڪري چڪي. اڳيان جمهوري طريقا اسان کان ڦري ويا. سڄو ملڪ مات ٿي ويو. ويچارا الاٽي هاري روئيندا رهيا ۽ پيڙبا رهيا.

هيءَ آهي مختصر ڪهاڻي الاٽي تحريڪ جي. شخصيتون به ضروري آهن. پر انهيءَ کان وڌيڪ اهميت آهي هڪ عوامي ورڪر جي. پيو عوام ۾ ڪيترو ڪم ٿي سگهيو آهي ۽ عوام ڪيترو اڳتي وڌڻ لاءِ تيار آهي

انساني ڪشمڪش جاري رهندي. ارتقا جو عمل قائم ۽ دائم آهي.

تتيءَ تڏيءَ ڪاهه، ڪانهي ويل ويهڻ جي،
متان ٿيئي اونداهه، پير نه لهين پرينءَ جو.

....

سائينم! سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.
(لطيف)

# هاري تحريڪ بابت انٽرويو

سوال: هاري تحريڪ ۽ هاري ڪاميٽيءَ جو احوال ٻڌائيندا؟ ان ڪهڙيون ڪاميابيون حاصل ڪيون ۽ پوءِ بي اثر ڇو ٿي ويئي؟

جواب: ١٩٣٠ع ۾ بئراج شروع ٿيڻ وارو هو، تڏهن سنڌ ۾ زمينون تمام وڏي انداز ۾ پيدا ٿي پيون. اندازو اهو هو ته اها زمين زميندار بئراج کاتي مان خريد ڪندا، جو هارين کي ڪجهه به نه ملندو. تنهن ڪري سنڌ جي ڪجهه مخلص ماڻهن جن ۾ خاص محترم جي. ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، جمشيد مهتا، پرنسيپال گوڪلي (اين. اي. ڊي انجنيئرنگ ڪاليج جو پرنسيپال) جيٺامل پرسرام ۽ ڪامريڊ عبدالقادر جوڻيجو، انهن هاري ڪاميٽيءَ جو بنياد وڌو، جنهن جو مقصد هو ته اهي نيون زمينون هارين کي ڏياريون وڃن. اهڙيءَ طرح سان اها تحريڪ شروع ٿي. انهيءَ ڪانپوءِ ڪامريڊ عبدالقادر ۽ ٻيا ترقي پسند دوست ترن هارين جا ٻيا معاملا به کنيا ۽ تحريڪ زور وٺندي وئي. جيئن مون ١٩٤٠ ۾ وڪالت شروع ڪئي تڏهين هتي ڪامريڊ عبدالقادر جوڻيجو، جمال الدين بخاري، ڊاڪٽر هاسا رام ۽ ٻيا ترقي پسند دوست هئا. جن سان آءٌ شامل ٿيس.

۽ هاري ڪاميٽي جو ميمبر ٿيس. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي شروع کان وٺي ترقي پسند خيالن جو هو ۽ نوڪري ۾ هوندي به ان تحريڪ سان همدردي ۽ وابستگي رکندو هو.

جلدي ١٩٤٤-٤٥ ۾ مسٽر مسعود آء. سي. ايس ڪليڪٽر ٿي آيو ۽ ان سان گڏ مسٽر ٽامڪنسن سانگهڙ ضلع جو ڪليڪٽر ٿيو. ننهن جو هيڊ ڪوارٽر نوابشاه ۾ هيو. مسٽر ٽامڪنسن انگلنڊ ۾ ترقي پسند خيالن رکندڙ ماڻهن جي وابستگي ۾ رهيو هو ۽ مسعود به بمبئي ۾ پيلن (جيڪي پڻتي پيل هئا) جي مدد ۽ همدردي ڪئي هئي. هن سنڌ ۾ اچڻ سان هارين سان دلي همدردي ڏيکاري ۽ زمينداريءَ جي خلاف هيو. انهن ٻن آفيسرن جي هٿڻ ڪري هاري تحريڪ هنن ٻن ضلعن ۾ چڱو زور پڪڙيو ۽ هاري زميندار کي صرف بٽئي ۾ دستور موجب حصو ڏيڻ لاءِ تيار هئا، باقي وڌيڪ رعايتون ڏيڻ کان انڪار ڪيو. اينري قدر جو هاري پنهنجو حصو زميندار جي غير حاضري ۾ بٽئي ڪٽي ويندا هئا ۽ زميندار جو حصو ڇڏي ويندا هئا. جتي موڪ هوندي هئي اتي بٽئي اڌو اڌ هوندي هئي. ڪن هنڌ پنج سمي هوندي هئي يعني ٻه حصا زميندار ٽي حصا هاري، يا ٽه سمي هوندي هئي اتي هڪ حصو زميندار ٻه حصا هاريءَ جا، جتي چرخي هوندي هئي اتي پنج سمي ۽ جتي چرخي ۽ موڪ گڏ هوندي هئي اتي ٽه سمي.

زميندار سنڌ جو انگريز جي حڪومت کان ورثي ۾ مليا. ڪامورا شاهيءَ سان سازباز ڪندڙ هئو جيئن اڄ به آهي. جيڪڏهن ڪي به خوددار هاري هوندا هئا ته انهن تي ڪوڙا ڪيس، چوريون ڪرائڻ، ڌاڙا هڻائڻ. انهن طريقن سان هو پورهيت طبقي کي دٻائيندا هئا ۽ آفيسر شاهي ان ۾ ساڻن شامل هوندي هئي. پر ڪن ٻن نوجوان آءِ. سي. ايس آفيسرن جي پاليسي ان جي ابتڙ يعني زميندار جي خلاف هئي. انهيءَ ڪري هاري هن سنڌ جي وچين علائقي ۾ پنهنجو پاڻ سنڀالڻ لڳا.

اسان سرهاريءَ ۾ هڪ وڏي ڪانفرنس ١٩٤٥-٤٦ ۾ سڏائي هئي. جنهن ۾ اسان انگريزن جي سخت خلاف ڳالهايو ۽ وڏيرن کي به سخت ڳالهايوسون. انهيءَ ڪري مسٽر تمام ڪنسن مون کي مسعود صاحب جي معرفت گهرايو مگر دڙڪي هيٺ. جڏهن مان ساڻس مليس ته شروع ۾ هن نهايت غصي جو اظهار ڪيو ته آءٌ انگريزن کي سخت ڳالهايو آهي. پر مون ان کي چڱيءَ طرح سمجهائي ڏنو. پوءِ ڪلي ڏنائين ۽ چيائين ته آءٌ پاڻ اهو چاهيان ٿو ته هارين کي سجاڳ ڪيو. پر سست آهيو ڪجهه تيزيءَ سان ڪم ڪيو. جلدي صوبائي چونڊن جو اعلان ٿيو. انهي زماني ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي استعيفا ڏني ۽ هاري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو. پاڪستان ٿيڻ کان اڳ هاري ڪاميٽيءَ جون پاڙون سخت پختيون ٿي ويون. سڄي سنڌ جي ضلعن ۽ تعلقن ۾ تنظيم ٿي

وڏي ۔ صدر، جنرل سيڪريٽري، ورڪنگ ڪاميٽيون، تعلقي ڪان مرڪزي تنظيم تائين ناهيون ويون. ورڪرن جو انداز سون ۾ ٿي ويو. همدردن جو انداز هزارن ۾ ٿي ويو. ليڊرشپ لاءِ به ڪي سؤ کن ماڻهو هئا. سنڌ هاري ڪاميٽيءَ (مرڪزي تنظيم) ۾ اٽڪل ٣٠ کن ميمبر هوندا هئا. نالا ڳڻڻا آهن پر خاص مخلص ۽ جوشيلا ڪارڪن مسلمانن ۽ هندن ۾ سکن سيني مان هئا ۽ ڪيترن هندن تي خاص طرح نواب شاهه ۾ ته جلسن جلوسن ۽ ٻين ڪمن جو بندوبست اسان جا هندو ڪامريڊ ڪندا هئا. خاص جن نمايان حصو ورتو ۽ قربانيون ڏنيون انهن ۾ ڊاڪٽر هاسارام نواب شاهه جو حڪيم محمد معاذ ۽ سکر مان سيد شمس الدين شاهه، الله دين سمون، شيخ محمد رمضان، نيڪ محمد فاضلي، جيڪب آباد مان عبدالڪريم گدائي، برڪت علي آزاد، شاهه بخاري لاڙڪاڻو، مولوي نذير حسين جتوئي، مولوي عزيز الله جروار، دوست محمد ابڙو، دادو، علي احمد قريشي، حيدرآباد ۾ غلام حسين سومرو، ڪامريڊ مير محمد، ميرپور مان غلام محمد لغاري، غلام حيدر لغاري، سانگهڙ مان مسلم مجنون، مولوي محمد عالم ڪراچي، عبدالقادر، جمال الدين بخاري، صوبو گيانچنداڻي لاڙڪاڻو.

پر ان وقت اسان جي سمورين ڪوششن يا ڪم ڪرڻ تي اهڙيون مصيبتون نه هيون. جيڪي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ٿيون. هاري ڪاميٽي اصل غير سياسي

جماعت هئي. ڪامريڊ حيدربخش جي اچڻ کان پوءِ ٻئي
ڪن ٻين دوستن جي صلاح کان پوءِ سياست ۾ حصو
وٺڻ شروع ڪيو. صوبائي اليڪشن ۾ به اسان اميدوار
بيهاريا. جن ۾ خاص اميدوار اسان جي ڪامريڊ حيدربخش
کي شهدادڪوٽ ۾ قمبر تڪ مان اليڪشن ۾ ٿڃگهي
چڪري لڳي. اتي زميندارن مختلف طريقا اختيار ڪيا جن
۾ ڪتا ٻڌائڻ، اليڪشن ۾ امين ڪتي به ڪتي نه سگهياسين.
انهيءَ زماني ۾ سنڌ ۾ نالي واريون جماعتون صرف ٻه
هيون هڪ ڪانگريس ٻيو هاري ڪاميٽي. پر پوءِ جلدي
اليڪشن جي زماني سال ١٩٤٤ع کان پوءِ مسلم ليگ
سنڌ ۾ زور ورتو. جو ته پير زميندار ۽ سرمائيدار
مسلم ليگ ۾ شامل ٿي ويا ۽ اسلام جو نالو، الله ۽
رسول جو نالو استعمال ڪرڻ شروع ڪيائون. سنڌ جو
هاري سو ته اڳ ئي زميندارن، جاگيردارن ۽ پيرن جي
هٿ ۾ پيڙيل هو. هاري ڪاميٽيءَ جي اتڪل ڏهن کن
سال جي پورهئي کان پوءِ به هاري ان ۾ پنهنجو مفاد
سمجهي نه سگهيو. ڪجهه مذهبي جذبي جي ڪري،
ٻيو زميندارن، پيرن جي اقتصادي گرفت مضبوط هئڻ
جي ڪري. انهيءَ زماني ۾ اسان جي ڪجهه ترقي پسند
دوستن جو خيال ٿيو ته مسلم ليگ تي پير ۽ زميندار
قبضو ڪري ويا آهن. انهيءَ ڪري پورهيت دوست ۽
همدرد ماڻهن کي به مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ گهرجي.
انهيءَ ڪري لاڙڪاڻي ۾ چوڌري خليق الزمان جي صدارت

۾ ڪانفرنس ٿي. جنهن ۾ مون ۽ ڪامريڊ حيدر بخش مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي. مگر جيئن ته مسلم ليگ زميندارن، نوابن ۽ جاگيردارن جي قبضي ۾ هئي انهيءَ ڪري ڪامريڊ حيدر بخش کي به اليڪشن ۾ مسلم ليگ جي طرف کان ٽڪيٽ ملي نه سگهي. انهيءَ ڪري مسلم ليگ ڇڏي ويو ۽ هاري ڪاميٽيءَ ۾ وڏيڪ زور شور سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين ۽ باقي ڪجهه دوست مسلم ليگ ۾ ئي رهياسين ۽ خاص طرح نوابشاه ضلع مسلم ليگ جي پليٽ فارم تي هاري همدرد ۽ هاري دوستن جو اثر رهيو. ايتري قدر جو اسان انهي زماني ۾ مولانا حسرت موهانيءَ جهڙي انقلابي سوشلسٽ ۽ قوم پرست ليڊر جي صدارت هيٺ مسلم ليگ جي ڪانفرنس ڪئي. هاري ڪاميٽي اهو سڄو سارو عرصو مسلسل جدوجهد جاري رکيو پئي آئي. ان کي ختم نه ڪيو ويو هئو.

انهيءَ زماني ۾ حرن تي سخت ظلم ٿيا، سر غلام حسين جي وزارت هئي. مسلم ليگ سنڌ ڪائونسل جي ڪانفرنس ۾ هتي جناح به شريڪ هو. نوابشاه جي گروپ اتي سنڌ حڪومت جي سخت خلاف ڳالهايو. اسان جي گروپ سان قاضي فضل الله، غلام نبي پٺاڻ ۽ پيرزادو ستار به شامل هئا جن اسان جي همت افزائي ڪئي. هڪ ڊيپوٽيشن ڊاهي وئي جنهن جو ليڊر مون کي بڻايو ويو. نئين سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ سنڌ ڪئبينيٽ ميٽنگ ٿيڻي هئي جتي

جناح کي صدارت ڪرڻي هئي. ان ۾ جيڪي به شڪايتون حڪومت خلاف هيون سي مون پيش ڪيون ۽ پنهنجي مجبوري ڏيکاري ته هن بي ايمان ٽولي، زمينداري ٽولي ڪانسبواهه ڪوبه عوامي همدرد ماڻهو اليڪشن ۾ چونڊجي نه ٿو سگهي، تنهن ڪري ڪيس مجبورن پاڪستان جي خاطر وڏن ماڻهن کي ٽڪيٽون ڏيڻيون تيون پيون. مگر وزير صاحبن کي جن ۾ غلام حسين ۽ کهڙو شامل هئا تن کي تاڪيد ڪيائين ته اهڙا ظلم مسلم ليگ طرفان ٿيڻ نه گهرجن.

جلد ئي هڪ طوفان شروع ٿي ويو. مذهبي جنون زور ٿي ويو. هندو مسلم حقارت، پيدا ٿي چڪي هئي، ۽ جلد پاڪستان ٿي ويو. انهي کان پوءِ ساهتيه ۾، ضلع نوابشاه ۾ مون ۽ منهنجي دوستن، جيتوٽيڪ اسان مسلم ليگ ۾ هئاسين ۽ اهڙي ڪمپين (پرچار) شروع ڪئيسين ته سنڌي هندن کي سندن سلامتي جو يقين ڏياريو وڃي ته هندو سنڌ نه ڇڏين. انهيءَ هلچل ۾ مسٽر مسعود منهنجي سخت برخلاف ٿي ويو. پير الاهي بخش هتي آيو ۽ مون کي چيائين ته اها هلچل بند ڪر نه ته توکي جيل ۾ وجهنداسين. مون صفا انڪار ڪيو. ۽ انهيءَ هلچل ۾ علامه آءِ آءِ قاضي جي مون سان وڏي همدردي هئي، ايتري قدر جو مون کي خط لکيائين ته صحيح انسانيت اها ئي آهي. ٻئي طرف اسان هندن سان گڏجي گروپ ناهي ننڍين ننڍين ڳوٺن کي پهرو ڏيندا هئاسين ته

جيئن جاهل وڏيرا هندن جي ملڪيتن هٿ ڪرڻ جي شوق ۾ هندن تي ظلم نہ ڪن۔ ۽ اهڙيءَ طرح سان سوز مهاتما گانڌي کي پڻ تارون ڪيون تہ هو سنڌ ۾ اچي ۽ هن حقارت جي باھ کي وسائي۔ پر اهو آواز خالي خلا ۾ ثابت ٿيو۔

هندو لڏڻ لڳا ۽ ساڳي وقت هندوستان مان مسلمان تمام زبون حالت ۾ سنڌ ۾ پهتا۔ انساني جذبي هيٺ اسان انهن جي گهڻي خدمت ڪئي ايتريقدر جو انهن کي پنهنجن گهرن ۾ جايون ڏنيوسين پر پوءِ سال کن هندو سجا ڳوٺ ۽ شهر خالي ڪري لڏي ويا ۽ بي حال مسلمانن کي رهائش ۾ اسان مدد ڪئي۔

انهيءَ وقت ۾ مسعود اتي ڊپٽي ڪمشنر هو جنهن کي مون محسوس ڪرايو تہ هو غلطيءَ تي هو ۽ هي حقارت جنهن ڪري هندن لڏڻ شروع ڪيو سا آخر هلي انسانيت جي تباهي آڻيندي۔ ان رات اسان جو هڪ ٻي بجي تائين بحث هليو ۽ آخر هن منهنجي ڳالھ مڃي ان ڏينهن صبح جو ڪلاڪ اٺين ۽ مون کي خبر پئي تہ گانڌي جي شهيد ٿي ويو۔ مسعود جي ڪنڊياري ۾ منزل هئي۔ مون کيس خبر ٻڌائي کيس زبردست صدمو پهتو۔ مون کي چيائين تہ وري شام جو ڪنڊياري ۾ ميٽنگ ڪيون جنهن ۾ خيالن جو اظهار ڪندو۔ انهيءَ وقت ٥٠ سيڪڙو هندو اتي موجود هئا۔ مگر لڏپلاڻ جو سلسلو جاري هو۔ انهي ميٽنگ واسطي پروفيسر هاسارام (وڏو ڪانگريسي

ليڊر هو) مون سان مدد ڪئي. هزارن جي تعداد ۾ هندو
مسلمان ان جلسي ۾ شريڪ ٿيا. مسعود کاڌ ڀائڻ جو ڏاڍو
هوشيار هو. گهڻو ڪجهه کاڌائين مگر سنڌس هي اکر
اڄ به ياد آهن. گانڌيءَ جي شهادت ڪري اسان هندو
مسلمان سيني جو منهن ڪارو ٿي ويو. مان چاهيان ٿو
ته هندو نه وڃن. مگر جي وڃن ٿا ته مسلمانن کي گهرجي
ته ساڻن پيائن واري پريت سان موڪلائين ۽ سندن سامان،
پنهنجي سر ڪٽي گاڏين تي پهچائين."

پروفيسر هاسارام مون سان انهيءَ وقت گڏ ويٺو هو
چيائين "قاضي، جيڪڏهن مسعود نواب شاهه ۾ پاڪستان
ٺهڻ کان اڳ پيا پوه، حقارت جو ٻج نه پوکي ها ۽
جهڙي طرح اڄ ڳالهائي رهيو آهي، اهڙي روش اختيار
ڪري ها ته سڄي پاڪستان ۽ هندوستان ۾ اسان جو ضلعو
هندو مسلم اتحاد جي لاءِ مثال بنجي پوي ها پر هاڻي
وقت گذري چڪو آهي." انهيءَ عرصي ۾ ڪجهه سنڌن
جي عورتن سان هٿ چراند ٿي، جنهن ۾ مان هندن
سان مدد ڪئي. خير اهڙي طرح سان هي درد انگيز
زمانو جهل ۽ تعصب جي اونداهيءَ ۾ وڪوڙيل، ترقي
تي پيو رهيو، اختيار ڪيو. هندو سڀ لڏي ويا ۽ انهن
جي جاين تي مهاجر مظلوم ۽ ان سان گڏ لالچي ماڻهو
اچي ويا.

سنڌ ۾ چاليهه سيڪڙو زمينداري هندن جي هٿ ۾
اهي زمينون سڀ وڏيرن جسي لاءِ ڪشش پيدا ڪري

رهيون هيون ۽ اهو بہ هڪ سبب هيو جو وڏيرن ۽ زميندارن چاهيو ٿي تہ هندو سنڌ ڇڏي وڃن.

اسان هاري ڪاميٽي جي طرف کان ڪابہ تحريڪ هلائي نہ سگهياسين ڇاڪاڻ تہ هندن ۽ سکن جي وڃڻ ڪري هاري ڪاميٽي کي چڱو نقصان پهتو پر مسلم ليگ ۾ رهندي مان ڪنڌياري ۾ تحريڪ شروع ڪئي تہ هندڪيون زمينون هارين کي ملڻ گهرجن ۽ نہ وڏيرن کي. انهيءَ وقت سنڌ جو وڏيرو غلط طريقي سان انهن زمينن جون ڪوڙيون الاٽمينٽون ڪرائي پنهن جي قبضي ۾ رکڻ گهري پيو. مان ڪنڌياري ۾ هڪ زودار تحريڪ شروع ڪئي، تہ سنڌ ۾ هندن جون ڇڏيل زمينون، انهن زمينن تي قابض هارين کي الاٽ ٿي ملڻ گهرجن ۽ انهن سان مهاجر هاري شريڪ ڪيا وڃن. کهڙي جي حڪومت هئي. خاص طرح سان نواب شاه جا زميندار وٽس ويا ۽ اهو پهريون دفعو هئو جو ١٠٧ ۾ مون کي جهلي ڪنڌياري جيل ۾ قيد ڪيائون. هارين ۾ چڱي خاصي سجاڳي هئي. جيل ۾ چڱيون چڱيون شيون سوڪلي همدرديءَ جو اظهار ڪندا هئا. مگر تنظيمي طرح هاري ڪمزور هئڻ ڪري سڄي سنڌ ۾ اها تحريڪ نہ هلي سگهي. نواب شاهہ ۾ مون اچي رهائش اختيار ڪئي.

انهيءَ زماني ۾ کهڙي جي حڪومت ۾ ڪامريڊ حيدر بخش کي ۽ آخوند شفيع محمد کي هڪڙي ننڍي چونڊ جتي کهڙي جو سالو بيٺو هو. هنن اميدوارن

کي آغوا ڪري ڇڏيائين. (جيئن پٺي واري اليڪشن پيري ٿيو.) انهيءَ ڪري مونکي صدمو پهتو ۽ مون مسلم ليگ ڇڏي ڏني.

١٥-٥-١٩٥٠ ۾ سڪرنڊ ۾ هاري ڪانفرنس ٿي رهي هئي جنهن ۾ ڪامريڊ شريڪ نه ٿيو، جو جيل ۾ هو. محترم جي. ايم سيد ان ڪانفرنس ۾ شريڪ هئو ۽ چونڊن ۾ گهري دلچسپي ورتائين. ٻه گروهه ٿي پيا. مولوي نذير حسين، دوست محمد ابڙو، مولوي عزيزالله جروار، غلام حسين سومرو انهيءَ گروپ جو خيال هو ته مونکي صدر (قاضي صاحب کي) چونڊين ۽ ٻئي طرف شاهه صاحب جو ارادو هيو ته ڪامريڊ عبدالقادر کي صدر چونڊين اليڪشن ۾ وڏي اڪثريت مون کي ووٽ ڪيو. ۽ آءٌ چونڊيس. مگر افسوس ته ٻه گروپ ٿي پيا. اسان جا ڪجهه ترقي پسند دوست ان ٻئي گروپ ۾ هئا، جن ۾ غلام محمد لغاري ٻئي گروپ ۾ حصو ورتو ۽ آخرڪار ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جڏهن آزاد ٿيو تڏهن اسان جي گروپ کي ملان گروپ سڏيو ويو ۽ سندس وابستگي هن گروپ سان ٿي. مگر هن اختلاف جي ڪري ڏاڍو سنو نتيجو نڪتو. هر گروپ پاڻ کي ڪامياب ڪرڻ جي واسطي شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ چڪر ڏيڻ ۽ اسان کي ياد آهي ته سنڌ ۾ اسان جيڪي هاري ڪاميٽيءَ جي تالي ڪانفرنسون ڪيون جن ۾ مولوي نذير، مولوي عزيز الله سمون، مولوي محمد علي راهو سڀ مولانا عبدالله جا پوئلڳ هئا ۽ تمام جفاڪشيءَ سان ڪم ڪيو، ۽ هزارن جي

تعداد ۾ هاري آيا. جلدي اسان ڪوٽ ڪيو ته چڱو
ائين ٿيندو ته اسان سڀ گڏجي ڪم ڪيون انهيءَ ۾
ميان افتخار الدين وڏو بهرو ورتو ۽ آخرڪار اسان وري
هاري ڪاميٽيءَ ۾ ملي وياسين ۽ ٽنڊي ڄام ۾ منهنجي
صدارت جي وقت ۾ اليڪشن ڪرائيسين جنهن ۾ ڪامريڊ
حيدر بخش جتوئي ۽ ڪامريڊ عبدالقادر جو صدارت جي
واسطي مقابلو ٿيو جنهن ۾ ڪامريڊ جتوئي ڪامياب ٿيو.
غلام حسين سومرو جنرل سيڪريٽري ٿيو. بهرحال هاري
ڪميٽيءَ جو ڪم وري شروع ٿيو مگر پاڪستان کان
اڳ جيڪا ڪم ڪرڻ جي آزادي هئي سا ختم ٿي
چڪي هئي ۽ انهيءَ کان پوءِ مان شخصي طرح سان
انهيءَ کي غلطي ٿو محسوس ڪيان جو اسان هاريءَ
ڪاميٽيءَ کي سڌي طرح سان هڪ سياسي پارٽي بنايو
جنهن ڪري اسان وڏيڪ ڇاهه اليڪشن ۾ ورتو ۽
بنيادي ڪم تي توجهه نه ڏنو. اهڙيون حالتون پيدا ٿيون
جو وري ٽنڊي ڄام کان پوءِ هاري ڪاميٽيءَ جي چونڊ
اڄ تائين ڪانه ٿي. انهيءَ ڪري ڪيترا دوست خاص
طرح سان مولوي عزيزالله ۽ مولوي نذير جي سخت
سخت مايوس ٿي ويٺي، مگر مان پنهنجو پيرو ڪامريڊ
سان ڪونه ڇڏيو آهي ايتري وقت تائين گڏ رهيس. ڪامريڊ
حيدر بخش پنهنجي طاقت آهر تمام گهڻي ڪوشش ڪئي.
پر اسان جي بدقسمتي اها هئي جو اسان جي منڙيءَ
سنڌ کي ۽ هن پياري وطن کي ختم ڪرڻ جا وڏا سانپاها
ٿي ويا. حيدر بخش ذهني طرح سان ترقي پسند ۽ هاري

همدرد ته ضرور هو مگر جيڪو هن کي، پنهنجي وطن
سنڌ جي واسطي محبت هئي سا هن کي سيني ڳالهين کان
مٿاهين هئي ۽ سنڌ جو عاشق هو. انهيءَ دور ۾ اسان
کان هاري ۽ هارين جي همدردي گهٽو ڪري وسري
ويئي. حيدر بخش يا اسان کي سنڌ جو ون يونٽ ۾ اچڻ
کان پوءِ ايڏو تکو تير لڳو جو سواءِ سنڌ جي اسان
کان حيدر بخش کان ٻيون ڳالهيون وسري ويون ۽ ١٩٥٤
کان، پوءِ هارين جو ڪم تمام گهٽجي ويو.

س- ١٩٥٢ ٽيننسي ائڪٽ ڪيئن ٺهيو.

ج- دين محمد سنڌ جو گورنر هو. ملڪ ۾ گورنر
راڄ هو. مان ان وقت هاري صدر هوس. اسان کي ملاقات
۽ ڳالهين لاءِ گهرايائين. ڪامريڊ حيدر بخش ۽ مون کي
پرسان ويهاري چيائين ته شرم نه ٿو اچيو جو هڪڙي
جاءِ به سنڌ مان نه ٿا ڪٽي سگهو. چيائين ته سائين، آءٌ
تـو کي فائيل ٿو ڏيکاريان جنهن ۾ ٽيننسي ائڪٽ جي
مخالفت ٿيل آهي. اسان کان تجويزون گهريائين. جنهن
مطابق ٽيننسي ائڪٽ ٺهيو ان مان هارين کي صاف
فائدو اهو ٿيو جو بٽئي اڌو اڌ رائج ٿي، ۽ سريت، پير،
مسجد، ڪنير ۽ لوهر وغيره جي ٽالي حصا پتيون ڪٽي
وڌيون هاريءَ کي خالي هٿين نه موٽائي سگهندو. پيو
انهن کي بيدخل نه ڪري سگهبو. اهڙا فقرا شامل ڪيا
ويا. جيتوڻيڪ اندرين ڪاغذي ڪاروائين تي عمل گهٽ
ٿيندو آهي جيئن گذريل سالن ۾ هارين کي زميندار کان
بچ ملڻ وارو قانون پاس ٿيڻ- جو ته زميندار ڪاموري

سان ساز باز ڪري اهي حق گول ڪري ويندو آهي، ڇيو ويندو هو ته جڏهن ڪنهن جنرل جي حڪومت ٿيندي آهي ته ڪامورو ستر ٽسي هٽ هٽي وڏيري کي گهوڙو بنائي چڙهي ويهندو آهي ۽ وري جنرل ويو ڪو پٺي جهڙو زميندار حاڪم ٿيو ته وڏيرو شهر تي هٽ هٽي ڪاموري کي گهوڙو بنائي چڙهندو آهي ڪم ساڳيو هاري ۽ پورهيت تي ظلم وارو جاري رهندو آهي. هنن ٽيهن سالن ۽ ان کان اڳ ڪاموري، زميندار ۽ سرمائيدار پاڻ ۾ ملي ڀڳت ڪري عوام کي ماريو ۽ چيٿاڙيو آهي.

ان جو بنيادي ۽ حقيقي حل آهي ان ظلم ۽ بربريت تي ٻڌل نظام جي تبديلي. جيسين ائين نه ٿيندو ٽيسين انصاف ۽ حق پلئه نه پوندا ۽ معاشرو تباهيءَ طرف ڌڪجي ويندو.

س ـ توهان جي نظر ۾ ڪهڙي قسم جو معاشرو هجي؟

ج ـ منهنجي نظر ۾ غير طبقاتي سماج هجڻ گهرجي آءٌ شخصي طرح خدا ۾ اعتقاد رکان ٿو ليڪن سڀ ڄمار ڪميونسٽ نظريات رکندڙ مائهن سان گڏجي ڪم ڪندي گذاري اٿم. انهن ۽ اسان جو هڪ ڳالهه تي اتفاق رهيو آهي ته غير طبقاتي سماج هئڻ گهرجي. غير طبقاتي سماج مان منهنجي مراد آهي ته سمورا پيداواريءَ جا ڪنهن هڪ جاءِ (رياست وٽ) ٿي گڏ هجن ۽ هر ڪنهن کي ڪم، خيال جي آزادي ۽ تعليم پلئه پئي سگهي.

(انٽرويو وٺندڙ: ضمير لاڙڪ ـ ورتل: وطن دوست
مئي ـ جون ١٩٤٨ع)

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٿِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڄاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)